دشمن- آل- محمد توڙي روڪيندا رهن.
روڪجڻ واري حسينن جي عزاداري نہ آهہ
ڇڏ حسيني سوگوارن تي سيهہ پوشيءَ جي ٽوڪ!
حاجيا! پوشاڪ ڪعبہ جي ڀلا ڪاري نہ آهہ
(موج)

---

# جواز ماتم
## بجواب
# رسالہ ماتم

محمد هاشم عرف ميوه خان

قيمت ۷۵ پئسا

دفعہ پهريون] [ڪاپيون ۱۰۰۰

(سڀ حق ءِ واسطا قائم)

# جواز ماتم
# بجواب
# رسالہ ماتم

---

## نئين امن سوز تحريڪ جي شروعات

نيڙهيءَ جي دل هلائيندڙ حادثي جو اثر ۽ خوف اڃان دلين تان لٿو ئي نہ آهي تہ وري مولوي غلام حيدر صاحب ملتاني همدرد پريس پٽ روڊ سکر مان هڪڙو امن سوز ۽ خطرناڪ پنجاه سٺ صفحن جو ڪتاب ڇپائي ”ماتم“ نالو رکي تقسيم ڪري فضا کي زهريلو ڪيو آهي- اهڙائي ڪتاب عوام جي دلين تي زهريلا اثر پيدا ڪري فرقيدارانہ ڪشيدگي ۽ خون ريزيون پيدا ڪرائيندا آهن- اختياريءَ وارن کي اپيل ٿي ڪجي تہ اهڙن ڪتابن کي ضبط ڪري لکندڙن کي سخت تنبيهہ ڪئي وڃي تہ چڱو، هيءَ حالت ۾ امن ۾ خلل پوڻ جو انديشو آهي- افسوس محرم کي ويجهو ايندو ڏسي وري رسالا ورهايا ويا آهن خدا ڪري ائين نہ ٿئي

جو خفيہ سازشون بہ اندران اندر سٽيون ويون هجن- جلد
ٻي لکيو اٿس " مذهب اسلام ۾ ماتم ڪرڻ ناجائز
۽ حرام آهي-" اسانکي تعجب هن ڳالهہ جو آهي تہ
مولوي صاحب جو نالو غلام حيدر ۽ ڪتاب سچو
حيدر ڪرار حضرت علي عليہ السلام جي فرزند ارجمند
سيد الشهداء حضرت امام حسين عليہ السلام جي غم
۽ يادگار جي مخالفت ۾! واه مولوي غلام حيدر واه!

## سوال

لکي ٿو "قال الله تعاليٰ في القرآن المجيد" ولا تکونوا
من المشرکين من الذين فرقوا دينهم و کانو شيعا"

ترجمہ:- ۽ نہ ٿيو توهان مشرکن مان جن پنهنجي
دين ۾ تفرقہ وڌو ۽ ٿي ويا شيعہ-

## جواب

قرآن جي آيت جي معنيٰ ۾ تحريف ڪري
مذهب شيعہ اثنا عشريہ تي حملو ڪري لکيو اٿس
تہ جن پنهنجي دين ۾ تفرقو وڌو ۽ ٿي ويا شيعہ-
آيت جي پڇاڙيءَ وارو لفظ شيعا آهي نہ شيعہ جيئن
مولوي صاحب چالاڪي ڪري معنيٰ ۾ شيعا جي بدران
شيعہ لکيو آهي. شيعا صيغو جمع جو آهي جنهنجي معنيٰ
آهي فرقا يا ٽولا ۽ "شيعہ" صيغو واحد آهي جنهنجي معنيٰ

آهي هڪڙو ٽولو- قرآن جي معنيٰ ۾ ايڏي خيانت ڪرڻ مسلمان جوڪم نہ آهي- غور ڪريو تہ شيعہ اثناعشري هڪڙو گروہ آهي ۽ انجي مقابلي ۾ ڪيئين فرقا موجود آهن- آيت بہ انهن ئي فرقن کي منع ٿي ڪري تہ ٽولا ٽولا نہ ٿيو- حديث نبوي آهي ”ستفترق امتي ثلاث و سبعين فرقتاً كل هم في النار الي واحداً“ يعني پيغمبر صلعم جن فرمايو منهنجي امت ۾ ٽيهتر فرقا ٿيندا جنمان سواء هڪ فرقہ جي ٻيا سڀ دوزخي آهن- مؤلف جي عقائد جي ڪتابن موجب ڪم از ڪم سندن چار فرقا حق تي سمجهيا ويا آهن: (۱) حنفي (۲) مالڪي (۳) شافعي (۴) حنبلي.

هڏائي سگهندو مولوي صاحب تہ جن چئن فرقن کي حق تي ڌو سمجهي تن مان حديث موجب ڪهڙي هڪڙي فرقي کي ناجي ٿو سمجهي ۽ ڪهڙن ٽن فرقن کي ناري؟

شيعہ گروہ کي هن تمام خراب سمجهو آهي، پر قرآن شريف حضرت ابراهيم عليہ السلام کي بہ شيعہ ثابت ڪيو آهي- ”و إن من شيعته لابراهيم“ (پ ۲۲)

ترجمون:- ابراهيم حضرت نوح جي شيعن مان هو- (ڏسو سنت جماعت جو تفسير حسيني صفحہ ۳۸۵)

ڪلام الاهيءَ جي پاره ۲۰ ۾ آهي. "فوجد فيها رجلين يقتتلان هذا من شيعته و هذا من عدوه فاستغاثه الذي من شيعته على الذي من عدوه فوكزه موسيٰ فقضيٰ عليه"

ترجمون:- حضرت موسيٰ عليه السلام ٻن مردن کي وڙهندو ڏٺو جن مان هڪ سندس شيعن مان هو ۽ ٻيو عدو يعني دشمن. پوءِ دشمن جي مقابلي ۾ شيعه حضرت موسيٰ کان مدد گهري. حضرت موسيٰ شيعه جي دشمن کي مڪ هنئي جو انهيءَ وقت مري ويو.

انهن آيتن مان ثابت آهي ته حضرت نوح جي امت ۾ شيعه لقب سان سڏبي هئي، حضرت ابراهيم به حضرت نوح جو شيعه هو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي امت به شيعه لقب سان سڏبي هئي، تڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام شيعه جي مدد ڪئي. مولوي غلام حيدر صاحب "ماتم" ڪتاب لکي حضرت نوح، حضرت ابراهيم ۽ حضرت موسيٰ جي به توهين ڪئي آهي، جن جي تعليم مطابق سندن خالص پوءِ لڳ پاڻ کي شيعه سڏائندا هئا. جيڪو شيعن سان بغض رکي ڪري انبياء تي نڪته چيني ڪرڻ کان نٿو مڙي سو شيعن کي ڪيتري نفرت جي نگاه سان ڏسندو هوندو، تنهنجو فيصلو انصاف پسند مسلمان پاڻ ڪن.

حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني عليه الرحمه غنية الطالبين جي صفحه ١٩٧ ۾ لکيو آهي "انما قيل لها الشيعة لا انها تشيعت عليا" يعني انهن کي شيعه ان کري چيو ويو جو انهن حضرت علي ابن ابي طالب (عليه السلام) جي پيروي ڪئي. "علي و شيعته هم الفائزون يوم القيامة" ڏسو سنت جماعت جو معتبر ڪتاب جامع صغير علامه جلال الدين سيوطي (جلد ٦ صفحه ١١٧ مطبوعه مصر) معني حضرت علي ۽ انجا شيعه ئي قيامت جي ڏينهن فتح وارا ٿيندا.

"شيعته علي هم الفائزون" (جامع صغير جلد ٢ صفحه ٩٤).

ترجمون :- صرف علي؏ جا شيعه ڪامياب ٿيندا.

"يا علي انت و شيعتک تردون علي الحوض رواه" (جامع صغير جلد ٢ صفحه ٢٠)

ترجمون : يا علي تون ۽ تنهنجا شيعه حوض ڪوثر تي سيراب ٿي پهچندا.

شاه عبدالعزيز محدث دهلوي صاحب به تحفه اثنا عشريه جي صفحه ٦ ۽ ٧ تي لکيو آهي ته مهاجر ۽ انصار به پاڻ کي مخلصين شيعه سڏائيندا هئا. انهن عبارتن مان صاف ظاهر آهي ته پيغمبر صلعم شيعه لقب جي

ڪافي ڪان زياده تعريف ڪئي آهي ۽ انجي برعڪس مولوي غلام حيدر ملتاني، شيعه مذهب تي سخت نڪته چيني ڪري مهاجر ۽ انصار جي بدگلا ۽ توهين ڪئي آهي جي سيئي صحابي هوا ۽ شيعه سڏائيندا هئا. شيعن سان تعصب رکڻ ڪري مولوي غلام حيدر صاحب اصحاب رسول مهاجر ۽ انصار جي مذمت ڪان به نه ڊنو. سچ چيو اٿن ته تعصب اهڙو هلاڪ ڪندڙ مرض آهي جو ايمان ڪان به ڪڍيو ڇڏي.

## حرفت ۽ دوکيبازي جهڙو سوال

لکيتو ”جيتوڻيڪ شيعه پاڻکي مومن ۽ محبان اهلبيت سڏائين ٿا ليڪن سندن ٻارهون امام ڪين مومن نٿو سمجهي، چنانچه شيعن جو ڪتاب صافي شرح اصول ڪافي ۾ آهي ته جيڪڏهين مخلصين شيعه ٣١٣ جمع ٿين ته امام مهدي (عليه السلام) ظاهر ٿئي.“

### جواب

تعصب جي مرض اعتراض ڪندڙ جو دماغ اهڙو ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي جو سولي عبارت کي به اولي سمجهي عوام کي دوکي ڏيڻ ڪان سواء رهي نٿو سگهي. حوالي ۾ پاڻ ئي لکيو اٿس ”مخلصين شيعه“

لفظ مخلصين ثابت ڪري ٿو ته مخلصين انهنڪي چئبو جي دنيا جي فاني نعمتن جي حرص ۽ نفس اماره جي پيرويءَ ڪان پري هجن ۽ ديني احڪامن کي نفساني خواهشن تي ترجيح ڏئي ڪوبه اهڙو ڪم نه ڪن جو شرع محمدي جي خلاف هجي. مثلاً شراب نوشي، زناڪاري، اغلام بازي، رشوت خوري، ناچ، گانا، بي پردگي وغيره وغيره کي حرام سمجهي انهنجي ڪليءَ طرح مخالفت ڪن ۽ طاقتورن جي خوف ۽ سزا جي ذري برابر به پرواه نه ڪن. ازآنسواءِ حق الله ۽ حق الناس، خمس، زڪوات وغيره جي ادا ڪرڻ ۾ پورا پورا عمل پيرا هجن. اهڙن اوصافن وارا ماڻهو اسلامي دنيا مان چونڊي ڪڍبا ته ٣١٣ ته وڏو عدد آهي پر ٣٠ سوا ٣٠ به چونڊي نه سگهبا. ان هوندي به اسلامي دنيا جي مسلمانن مان نيڪ هجن خواه بد ته به چئبو سڀني کي مسلمان. هاڻي ڪتاب جو مصنف ٻڌائي ته پنهنجن سڀني هم عقيده کي سواءِ نيڪ ۽ بد جي امتياز جي جڏهن مسلمان ٿو تصور ڪري تڏهن شيعن سان اهو قانون لاڳو نه ڪري ڪيئن ٿو انهن تي نڪته چيني ڪري ته اهي مومن نه آهن. امام عليه السلام نه غائب آهي- ڪيئن ٿو لکي ته ٻارهين امام جي نزديڪ شيعه مومن نه آهن. اهو

سراسر امام عليه‌السلام تي بهتان لڳايو ويو آهي.

هي نڪتو به قابل غور آهي ته پيغمبر صلعم سان يهودين، مشرڪن، ۽ بت پرستن لڙائيون ڪيون - جهڙوڪ جنگ احد، بدر، حنين، خندق ۽ خيبر، جنهن ڪي تورا بهادر ميدان ۾ ثابت قدم رهي شهيد ٿيا ۽ گهڻا نبي ڪريم صلعم کي ڪفار جي گهيري ۾ اڪيلو ڇڏي جان جي خوف ڪان فرار ٿي ويا تڏهن به فرار ٿيندڙن کي ڪتاب جو لکندڙ نه رکو مسلمان پر وڏن القابن وارو ٿو سمجهي تڏهن شيعه جي اجان نه جنگ مان فرار ٿيا آهن نڪي انهن تي ڪو آزمائش جو وقت ئي آيو آهي تنتي نڪته چيني ڪري ڪيئن ٿو لکي ته مومن نه آهن؟ جڏهن پيغمبر صلعم کي ڪفار جي گهيري ۾ اڪيلو ڇڏي وڃڻ وارن کي به مسلمان سمجهي رهيو آهي تڏهن ڪيس ڪهڙو حق آهي جو لکي ٿو ته شيعه مومن نه آهن؟

جن ۳۱۳ مخلصين شيعه جو ذڪر آهي سي اهڙا هوندا جهڙا حضرت امام حسين عليه‌السلام جا انصار هئا جن دين اسلام ۽ حق جي امام تان سر قربان ڪيو پر جان جي خوف ڪان ميدان ڇڏي هرگز نه ڀڳا.

هيءَ ڳالهه به ڌيان طلب آهي تہ يزيد جي فوج

هزارن جي تعداد ۾ هئي ۽ ڪربلا جي واقعي وقت لکين
مسلمان اسلامي دنيا ۾ موجود هئا، ته به جن امام جي
نصرت نه ڪئي تنکي مسلمان ۽ يزيد کي سندن مذهبي
ڪتابن موجب خليفة المسلمين جي لقب سان تسليم ڪيو
ويو آهي تڏهن شيعن کي مومن نه لکي انهنجي دل
آزاري ڪرڻ کي امن سوز حرکت نه سمجهجي ته ٻيو
ڇا سمجهجي.

اسان اعتراض ڪندڙ کي چئلينج ٿا ڏيون ته پوري
اسلامي دنيا مان پنهنجي مذهب جا مخلصين سني حضرات
مٿي ڏيکاريل اوصافن وارا ٣١٣ نه وڌو تعداد آهي فقط
۾ سٺ ماڻهو ڪڍي ڏيکاري تنهنکانپوءِ نکته چيني ڪري
ته حق بجانب سمجهو وڃي. مذهبي پابندي ته وڏي
ڳالهه آهي پر جن مذهبن کي نظر انداز ڪري صرف
آزاديءَ خاطر ميدان ۾ قدم رکي قربانيون ڏنيون آهن
سي به آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس ڳولي سگهبا. روس جي
لکن جـــي تعداد واري رعيت مان فقط لينن نکتو،
ترڪستان جي رعيت مان هڪ غازي مصطفيٰ ڪمال
نکتو، چين جي رعيت مان هڪ مائوزي تنگ نکتو
عليٰ هاذ القياس اسلامي پاڪ ڪتاب منادي ڪري رهيو
آهي "قليلا من عبادي الشڪور" يعني الله جا شاڪر

ٻانھا ٿورا آھن. ان ھوندي بہ قليل تعداد تي نڪتہ چيني ڪرڻ حڪم الاھيءَ جي انحرافي ڪرڻي آھي.

حضرت امام محمد مھدي عليہ السلام لاءِ لکيتو تہ "سندن امام" جنھن مان ظاھر ٿئي ٿو تہ حضرت امام محمد مھدي عليہ السلام صرف شيعن جو امام آھي نہ ڪتاب لکندڙ جي گروه جو. ٻڌائي سگھندو تہ سندس ڪھڙو امام آھي جنھنجي معرفت حاصل ڪئي اٿس. ڇوتہ حديث نبوي موجود آھي "ممات ولم يعرف امام زمانه فقد مات ميتت الجاھليہ" يعني جنھن وقت جي امام جي معرفت حاصل نہ ڪئي تنھنجو موت جھالت تي آھي. پاڻ ئي قبول ڪري چڪو آھي تہ امام محمد مھدي عليہ السلام شيعن جو امام آھي تڏھن پنھنجو عقيدو بہ پڌرو ڪري ٻڌائي تہ سندس ڪھڙو امام آھي جنھنجي معرفت حاصل ڪرڻ جو نتيجو ھي نڪري جو موت جھالت تي نہ ٿئي.

سچائي چھپ نھين سکتي بناوٹ کے اصولوں سے
کہ خوشبو آ نھين سکتي کبھي کاغذ کے پھولوں سے

## سوال

لکيتو :-

نہ رو او بے ھميت قوم اب رونے سے کيا حاصل
اوسے روتي ھے جسکو تونے خود ھی مار ڈالا ھے

## جواب

رسالي جو لکندڙ مٿين شعر ۾ روئڻ وارن تي الزام ٿو مڙهي ته انهن معاذالله امام عليه السلام کي شهيد ڪيو آهي.

هاڻي توجهه سان پڙهو ته روئڻ وارن امام عليه السلام کي شهيد ڪيو آهي يا اعتراض ڪندڙ جي گروه جي خليفه يزيد؟

افسوس يزيد خليفة المسلمين سندن گروه جو، جنهنکي امام جو قاتل سمجهي پليد به پاڻ ٿو لکي ۽ عليه ما عليه جو سزاوار به پاڻ ئي رساله ۾ لکي چڪو آهي. نڌهن روئڻ وارن تي قتل جو الزام ڪيئن ٿو لڳائي؟ سندن خليفة المسلمين يزيد جو ڏوهه روئڻ وارن تي مڙهڻ ايمان وارن جو ڪم ٿيو يا ايمان فروشن جو؟

هاڻي سندن عالمن جا رايا ۽ فتوائون پڙهو جن يزيد کي خليفة المسلمين لکي حضرت امام حسين عليه السلام کي معاذالله باغي ٺهرايو آهي.

اعتراض ڪندڙ جي معتبر مذهبي ڪتابن "فيض القدير شرح جامع صغيره ۽ منهج مڪيته ۾ ابن عربيءَ جي فتويٰ موجود آهي." انه قال لم يقتل يزيد الحسين الا بسيف جده اي لانہ الخليفه والحسين باغ عليه والبيعة

سبقت يزيد " يعني يزيد امام حسين (عليہ السلام) کي سندس ناني نبيءَ جي تلوار سان قتل کيو ڇو تہ يزيد خليفہ هو ۽ حسين (عليہ السلام) (معاذالله) باغي هن کري جو يزيد جي بيعت اهل حل و عقد جي طرف کان ٿي چڪي هئي ۽ انجي پي بہ انکي خليفہ بنايو هو"

هاڻي اهل انصاف فيصلو ڪن تہ يزيد جهڙي فاسق ۽ فاجر کي پيغمبر صلعم مسلمانن جو واجب الاطاعت خليفو تصور کيو هوندو؟ جيڪي نبي کريم صلعم تي بهتان مڙهڻ کان نٿا ڊڄن سي عزادارن تي جيسين بهتان نہ مڙهين تيسين صبر ڪيئن اچين!

حديث نبوي آهي " الحسين مني وانا من الحسين" يعني پيغمبر صلعم فرمايو " حسين مون مان آهي ۽ آءٌ حسين مان آهيان " امام حسين عليہ السلام جو قتل انهيءَ حديث موجب بعينہ پيغمبر صلعم جو قتل آهي. جنکي نبي آخر زمان صلعم جو لحاظ ۽ قدر نہ آهي سي حضرت امام حسين عليہ السلام تي بغاوت جي الزام رکڻ کان ڇو لرزندا!

ياد رهي تہ سيدالمرسلين صلعم، جن خلفاء عظام جي بيعت نہ ڪندڙن کي سني عقيدي موجب واجب القتل ٺهرايو آهي سي منجانب الله خليفا آهن جنجي

خلافت برحق جو ثبوت اعتراض ڪندڙ جي ڪتابن مان به ثابت آهي. ڏسو تاريخ الخلفاء صفحہ ٧ ۽ براهين قاطعہ صفحہ ٢٩ ”لا يزال الدين قائما حتي يكون عليكم اثناعشر خليفہ“ يعني فرمايو نبي ڪريم صلعم ته جيسين تائين توهان ۾ ٻارنهن خليفا رهندا تيسين دين قائم رهندو. سلطان ترڪيءَ جي خلافت جي خاتمہ بعد اعتراض ڪندڙ جي خلافت جو سلسلو ختم ٿي ويو باقي رهيا شيعہ جنجو ٻارهون خليفہ امام محمد مهدي عليہ السلام حاضر غائب آهي جنهنجي معرفت سبب موت اسلام تي ٿئي ٿو، هاڻي رهيو اعتراض ڪندڙ ۽ انجو فرقہ تنهنڪري گهرجي ته پنهنجو خليفہ نامزد ڪن مبادا موت جهالت تي نه ٿي پوي.

مذڪوره ٻارنهن خلفاء عظام مان يارهن کي اعتراض ڪندڙ جي پيشوائن تلوارن ۽ زهر سان شهيد ڪرايو آهي جنهنمان ٿي محبت يا عداوت جو پتو پئجي سگهيٿو

## سوال

لکيٿو ”جهڙو واقع شهادت امام عاليمقام حضرت امام حسين رضي الله عنه جو اندوهناڪ ۽ عبرت آموز آهي اهڙو واقعہ ڪوئي تاريخي صفحات پيش ڪري نه سگهندا“

## جواب

سچ چوو اٿن ته حق جو ڪلمہ دشمن ڪان به زبان

مان نڪري ويندو آهي ۔

واقع ڪربلا جي تعريف به ٿو ڪري ۽ واقع جي يادگار کي بند ڪرائڻ لاءِ رسالو به پاڻ ئي لکيو اٿس تنهن ۾ هيءَ اٽڪل رکي اٿس ته امام عليہ السلام جي تعريف ڪري عزاداري جي مخالفت ڪبي ته عزادار کيس امام جو حبدار ڄاڻي سندس لکڻي کي سچو سمجهي عزاداري ڇڏي ڏيندا. مولوي غلام حيدر ملتاني پنهن جي جيد عالم امام غزالي صاحب جي فتويٰ تي عمل پيرا ٿي عزاداريءَ کي بند ڪرائڻ لاءِ "رسالہ ماتم" لکي عزادارن کي فريب ڏئي رهيو آهي- سندس مذهبي ڪتاب صواعق محرقہ علامہ ابن حجر مڪيءَ ۾ امام غزالي صاحب جي فتويٰ ۽ انجو سبب موجود آهي- اصل عبارت "يحرم علي الواعظ مقتل الحسين فانه يهيج علي بغض الصحابہ والطعن فيهم" يعني واعظ ڪنڊ ٿي حسين (عليہ السلام) جي قتل جو ذڪر ڪرڻ حرام آهي ڇو ته انهيءَ مان صحابہ جي خلاف هيجان پيدا ٿئي ٿو ۽ انهن ڏي بغض وڌي ٿو ۔

قرآن شريف جي آيہ مودت ۾ صرف پيغمبر صلعم جي قريبن سان محبت رکڻ اجز رسالت ٺهرايو ويو آهي ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام پيغمبر صلعم جو پيارو

قريب آهي ان هوندي به اجر رسالت هي ادا ڪيو ويو آهي جو سندن شهادت جي ذڪر کي ئي حرام ٺهرايو ويو آهي محض ان سبب ڪري ته اصحابن ڏي بغض پيدا ٿو ٿئي. خبر نٿي پوي ته يزيد کي اصحابي سمجهي لکيو ويو آهي يا پيا به کي شامل سمجها اٿن.

ياد رهي ته امام ۽ خليفه ساڳئي عهده جا به لقب آهن . خليفه معنيٰ پيغمبر صلعم کان بعد سندن جانشين ۽ اهو ساڳيو خليفه امت جو امام آهي . هاڻي مولوي غلام حيدر صاحب ٻڌائي ته سندن ڪتابن جڏهن يزيد کي خليفته المسلمين قبول ڪيو آهي تڏهن يزيد مولوي صاحب ۽ انجي ٽولي يا فرقه جو امام ٿيو يا نه ؟ ۽ يزيد جي بيعت کان حضرت امام حسين عليه السلام انڪار ڪيو ته سندس فرقه جي عالمن معاذ الله فتوائون صادر ڪري ڪين واجب القتل ٺهرايو تنهن مان روز روشن وانگر پڌرو آهي ته يزيد جي خلافت جي دؤر ۾ مذهبي عقيدي موجب مولوي غلام حيدر جو خليفو ۽ امام يزيد ٿيو ، ان هوندي به يزيد کي پليد لکڻ انڪل ۽ فريب ڌهي نه آهي ته پيو ڇا آهي؟ مولوي غلام حيدر صاحب کي چئلينج ٿو ڏجي ته سندس مذهبي ڪتابن مان ثابت ڪري ڏيکاري ته يزيد خليفو نه هو پر حضرت

امام حسين عليه السلام خليفة المسلمين ۽ امام هو، ته پوءِ قبول ڪرڻو پوندو ته هو يزيد جي خلافت کي نٿو مڃي.

جي ان سلسلي ڪي يزيد ڪان اڳتي ٽاڻبو ته جن اصولن تي خلافت جو بنياد رکيو ويو آهي تنجو مخالف ثابت ٿيندو ۽ پنهنجي مذهب ڪان خيرباد چوڻو پوندس.

سندس مذهب جي مفتين ۽ مولوي صاحبن کي گهرجي ته متس فتوي جاري ڪن جو انهنجي خليفة المسلمين يزيد تي لعنت لکي هنکي پليد ڪوٺي رهيو آهي. شيعه شهادت جو ذڪر ڪن ته انهنتي الزام لڳايا وڃن ته هو تبرا ٿا ڪن ۽ مولوي غلام حيدر ڪليو ڪلايو سندن خليفه يزيد تي تبرا ڪري رهيو آهي ته خاموش آهن تنهنمان به پڌرو آهي نه عزاداريءَ جـــي مخالفت سا دل ڪولي ڪري پوءِ خلافت جي مقرر ڪيل اصولن جو انڪار ڪري يا يزيد جـي خلافت جا انهن اصولن موجب مڃي وڃي آهي تنهن تي تبرا ڪري ته بـه هنکي معاف آهي. حضرت امام حسين عليه السلام جي يادگار سان دشمني ان ڪان وڌيڪ بي کهڙي ٿيندي.

## سوال

لکيتو "شيعان حسين، اسوه حسين رض کي ڇڏي يزيد عليه ما عليه جي سنت تي عمل پيرا ٿي رهيا آهن چنانچه هر سال عشره محرم ۾ اهي حرکات ۽ خرافات مظلوم ڪربلا جي ياد ۾ ڪري گذرندا آهن جن ڪان نه صرف اسلام ۽ اهلبيت عظام جي تحقير ۽ تذليل ٿئي ٿي بلڪ خود حضرت امام جي روح پر فتوح کي يقيناً تڪليف ٿيندي هوندي."

## جواب

ملتاني مولوي صاحب جي دماغ جا اسڪرو اهڙا ڍرا ٿي ويل تا ڏسجن جو پنهنجي قلم سان عزادارن کي "شيعان حسين" به ٿو لکي ۽ انهن تي امام عليه السلام جي قتل جي تهمت به ٿو مڙهي! سندس ڪهڙي ڳالهه کي سچو سمجهجي ۽ ڪهڙيءَ کي ڪوڙو؟

## قرآن مان يادگار جو ثبوت

ڪلام الاهيءَ جو حڪم آهي "و ذڪر فان الذڪري تنفع المومنين" يعني ياد ڏهاني ڪرائيندا رهو ڇو ته ياد ڏهاني ڪرائڻ ايمان وارن جي فائده جو سبب آهي.

هاڻي تلاش ڪرڻ گهرجي ته اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن جن جي ياد تازي ڪرائڻ خالق کي منظور آهي؟

قرآن ۾ نماز، روزه، حج وغيره جو اجمالي ذڪر موجود
آهي يعني نماز پڙهو، روزو رکو، حج جو قصد ڪريو
ليڪن تفصيل بيان ڪيل نه آهي ته ڪيئن نماز پڙهو
ڪهڙيءَ طرح روزو رکو ۽ ڪهڙيءَ ريت حج ڪريو-
جي تفصيل موجود هجي ها ته نبيءَ ڪي مقرر ڪرڻ جو
ضرور ئي محسوس نه ٿئي ها، هرڪو قرآن پڙهي مطلب
حاصل ڪري سگهي ها ۽ چوي ها ته قرآن ڪافي آهي-
نبيءَ جي ضرورت نه آهي. مالڪ حقيقي، امت ڪي نبيءَ
جو مطيع بنائڻ لاءِ صرف اجمالي ذڪر قرآن ۾ ڪري
تفصيل جو فريضو نبي ڪريم صلعم تي رکيو هن لاءِ
ته ماڻهو نبي ڪريم کان بي نياز نه ٿين. المختصر مالڪ
حقيقي قرآن ۾ هر هر قدم تي اسانکي رسول ڪريم
صلعم جو محتاج بنايو آهي- يعني اجمالي منزل قرآن ۾
آهي ۽ تفصيل پيغمبر صلعم جي عمل ۾- ساڳيءَ طرح
"ذڪر" يعني ياد ڏيارڻ مجمل آهي ۽ جيڪو عمل
پيغمبر صلعم ڪري ڏيکاريو ۽ ياد ڏهاني ڪرائي تنهنجي
يادگار قائم ڪرڻ سان خدا تعاليٰ جي ياد به تازي ٿئي
ٿي ۽ يادگار قائم ڪندڙن کي به فائدو ۽ ثواب حاصل
ٿئي ٿو، تڏهن رب ڪريم قرآن جي هن آيت ۾ فرمايو
ته ياد ڏهاني ايمان وارن جي فائدي جو سبب آهي.

الله تعالى عزوجل قرآن ۾ حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل عليهم السلام جو ذڪر نازل ڪيو ۽ پيغمبر صلعم امت کي ان ذڪر جي ياد ڏهاري ڪرائي ۽ مناسڪ حج جو تفصيل ٻڌائي پاڻ سڳورن به ان جي ادائگي ڪئي ۽ امت کان به ادائگي ڪرائي جا اڄ تائين ٿيندي اچي. جيئن جناب هاجره رض پنهنجي فرزند جي پياس بجهائڻ لاءِ پاڻيءَ جي تلاش ۾ صفا ۽ مروه پهاڙين تي ڊوڙي وڃي چڙهي هئي تيئن حاجياڻيون ۽ حاجي سڳورا ڊوڙي جناب هاجره جو نقل ٿا اتارين ۽ ننڍي، وچين ۽ وڏي شيطان کي جيئن حضرت اسماعيل ڪنڪريون هڻي ڀڄائي ڪڍيو هو تئين انهن تنهين جاين تي نبي زاده جو نقل اتاري ڪنڪريون ٿا هڻن ۽ حضرت اسماعيل جي ذبح جو نقل اتاري حلال جانورن جون قربانيون ٿا ڪن تيئن مجلسن ۾ سيد الشهداء عليه السلام جو ذڪر ياد ڏهاريءَ لاءِ ڏهرايو ٿو وڃي ۽ جيئن حاجياڻيون ۽ حاجي مظاهرا ڪري حضرت اسماعيل ۽ حضرت ابراهيم عليهم السلام جي يادگار جو منظر پيش ٿا ڪن تيئن ڪربلا جي يادگار کي زنده رکڻ لاءِ دلدل، جهولو مشڪ ۽ تابوت جا مظاهرا جلوسن ۾ ڪري شهادت جا مناظر ٿا پيش ڪن ۽ مقصد ٻنهين جو ساڳيو آهي - هائي

ٻڌايو ته مولوي غلام حيدر جو ڪهڙو نقصان ٿو ٿئي جو امت محمديءَ جي دعويٰ ڪندي حضرت اسماعيل جي يادگار ۽ مظاهرن تي ڪجهه به نٿو ڪڇي ۽ دلبند رسول حضرت امام حسين عليه السلام جي غم جي مجلس ۽ مظاهرن تي امن سوز ۽ دل آزار حملا ڪري يزيد جي سنت جو احياءُ ٿو ڪري؟ ايترو به نٿو خيال ڪري ته حضرت اسماعيل جي ذبح کي قدرت ذبح عظيم جو لقب ڏئي فرمايو "و فدیناہ بذبح عظيم" يعني حضرت اسماعيل جي ذبح کي وڏي ذبح سان تبديل ڪيو ويو. وڏو ذبح دنبو نه آهي پر ڪربلا جون قربانيون آهن جن ۾ نبي زادا ۽ امام زادا بيگناهه شهيد ٿي ويا.

مولوي غلام حيدر صاحب جو اخلاقي فرض هو ته پهرين حاجين کي هدايت ڪري ها ته حج جي مظاهرن مان حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل عليهم السلام جي روحن کي اذيت ٿيندي هوندي تنهن ڪري اهي مظاهرا بند ڪيا وڃن، تنهن کان پوءِ عزادارن کي سمجهائي ڏئي ها ته به ڪٿي سمجهجي ها ته هن ٻنهي اکيون برابر ڪيون. يڪ طرفي فيصلي تي ائين ئي سمجهڻو پوي ٿو ته هن رسالہ ماتم ۾ عزاداريءَ تي نقطہ چيني ڪري يزيد ۽ ٻين امام جي قاتلن جي روحن کي خوش ڪيو آهي.

## سوال

لکيو "ماتم ۽ نوحہ ڪرڻ دھل ۽ نقارا وڄائڻ مرثيہ خواني ڪرڻ يزيدي سنت آهي."

## جواب

عزادار ماتم ۽ نوحہ احڪام الاهي ۽ احاديث نبوي جي روشنيءَ ۾ ڪندا اچن ٿا جنهن جو ثبوت مٿي اچي چڪو آهي. ان هوندي بہ جي مولوي غلام حيدر ان کي يزيدي سنت ٿو سمجهي تہ مٿس واجب آهي تہ پنهن جي خليفہ يزيد جي سنت جو اتباع ڪري خود بہ ماتم ڪري ۽ پنهن جي فرقي کي بہ ماتم ۽ نوحہ ڪرڻ جي ترغيب ڏئي ڇو تہ سندس مذهب جو عالم ۽ مفتي ابن عربي يزيد جي اتباع کان انڪار ڪرڻ وارن کي واجب القتل ۽ باغي ٺهرائي چڪو آهي. متابعت يا تابعداري پنهن جن خليفن جي پاڻ ڪانہ ڪن ۽ تهمت مڙهين شيعن تي تہ هو سندن خلفاء ڪرام کي ڪونہ مڃين! اسان سندس جيد عالم حافظ قرآن محمد عمر صاحب قادري الوارثي ايڊيٽر ماهوار رسالو "سني" ساڪن لکنؤ جنهن جي ذات گرامي تعارف جي محتاج نہ آهي تنهن پنهنجي ماهوار رسالي محرم نمبر ۾ "آل رسول جي قرباني ۽ يادگار جو مقصد" شايع ڪيو آهي

جنهن ۾ لکيو اٿس تہ واقع ڪربلا جي ياد منائڻ صرف شيعہ حضرات لاءِ مخصوص نہ آهي پر اهل سنت بہ ان فرض ۾ برابر جا شريڪ آهن انجو اختصار پيش ڪجي ٿو غور سان پڙهو .

لکيتو "ان باري ۾ قرآن شريف ۾ ارشاد ٿيل آهي "و ذکرهم بايام الله" يعني اي نبي او هين پنهنجيءَ امت کي الله جا ڏينهن ياد ڏياريو . تفسيرن ۾ آهي تہ خاص ڏينهن کان مراد اهي ڏينهن آهن جن ۾ انبياء ڪرام ۽ اڪابران اسلام پنهن جو ن قربانيو ن پيش ڪيون ۽ صبر ۽ شڪر جا نمونا پنهنجن پيروي ڪندڙن لاءِ ڇڏيا آهن ۽ انهن تذڪرن مان جيڪو نفعو حاصل ٿئي ٿو تنهن کي بہ بيان فرمايو آهي "لقد ڪان في قصصهم عبرہ اولي الباب" يعني انهن قصن ۾ سمجهہ وارن لاءِ عبرت آهي . اهڙا واقعا ۽ حادثا جي عقلمندن لاءِ عبرت جهڙا هجن تن جو ذڪر ڪرڻ اسلام سنت الاهي قرار ڏنو آهي جيئن عيد الضحيٰ جو مقصد ۽ قربانيءَ جا ڏينهن ان لاءِ مقرر ڪيا آهن تہ حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل ذبيح الله جي قربانيءَ جي ياد هميشہ تازي ۽ قوم لاءِ مشعل راه بڻجي رهي . علي الخصوص اها قرباني جا سيدنا امام حسين عليہ السلام ۽ سندن پاڪ آل ڪربلا ۾ خدا

تعاليٰ جي محبت ۽ قوم جي هدايت لاءِ ڪٺي اها سيني پيغمبرن جي آل ۽ اولاد جي قربانين تي شرف رکيتي.

اڪين جا ڳوڙها جي ٦١ هجريءَ کان وٺي هن وقت تائين ڳاڙيا ويا آهن ۽ سيئي آهون ۽ دانهون هڪ جاءِ تي گڏ ڪري سگهجن جي انهيءَ وڏي حادثي جي ياد ۾ لکين انسانن جي اندر مان نڪتيون آهن ته عجب نه آهي ته نئون خوني سمنڊ جاري ٿي وڃي. هي اهو غم آهي جو جيستائين دنيا ۾ هڪ به درد پري دل رکندڙ انسان جنهن کي صحيح معنيٰ ۾ انساني دل چئجي موجود هوندو اوسيتائين ان غم جو سلسلو جاري رهندو ايندو. ليڪن اڄ به اهڙا پٿر کان زياده سخت دل رکڻ وارا انسان نما بت موجود آهن جن جون پٿريليون اکيون انهيءَ جانڪاه حادثي کان نه پرنم ٿين ٿيون نڪي انهن جي خاموش چپن تي دنيا جي هن سڀ کان وڏي حادثي جو ذڪر ئي اچي ٿو جيئن اخبار النجم جا مولوي عبدالشڪور ڪاڪوروي‌ءَ جي سرپرستيءَ هيٺ نڪرندي هئي تنهن جي ١٩٢٤ واري پرچي ۾ لکيو ويو هو ته روئي اهو جو مرڻ کان پوءِ جهنم ۾ وڃڻ وارو هجي. معاذ الله. حالانڪ هيءَ اها دردناڪ شهادت آهي جنهن جي خبر حضرت جبرئيل عليه السلام کان ٻڌي خود سيد

عالم صلعم جن بہ گريہ ڪيو آهي. مگرآء! ظالم پنهنجي گندي ببارت ۾ خداوند قدوس جي سڀڪان وڏي محبوب جي ذات گراميءَ کي بہ ڇا مان ڇا ڇئي ڇڏيو ۽ هڪ ديوبنديءَ فتاويٰ رشيديہ ۾ فتويٰ ڏئي ڇڏي تہ عشرہ محرم ۾ شهادت جو ذڪر ڪرڻ رافضين سان مشابهت ٿو رکي انڪري منع آهي.

حد ٿي وئي جو ڪتاب "سر الشهادتين" جو مولانا شاہ عبدالعزيز محدث دهلوي عليہ الرحمہ جو تصنيف ڪيل آهي تنهن لاءِ بہ لکي ڇڏيو تہ انجو پڙهڻ بہ ناجائز آهي حالانڪ هن شهادت جـــو اهو ذڪر آهي جنهن کي حضرت جبرئيل اچي سرور عالم کي ٻڌايو، ٻاٽيءَ جـي فرشتي اچي بيان ڪيو ۽ پيغمبر صلعم کي خدا وٽان پهتل خبر اچي ٻڌائي ۽ رسول ڪريم صلعم اصحاب ڪرام ۽ ازواج مطهرات کي ٻڌائي، جن ٻين کي ٻڌائي انهيءَ حد تائين جو معتبر ڪتابن جي ذريعي اسانجي ڪنن تائين پهتي. آئون چوان ٿو تہ ڇا هي واقعو نہ آهي تہ ام الفضل ڌيءَ حارث جي فرمائي ٿي تہ حضور صلعم جن فرمايو تہ مون وٽ جبرئيل آيو ۽ خبر ڏنائين تہ عنقريب منهن جي امت ان شهزادي کي شهيد ڪندي ۽ ان سرزمين جي ڳاڙهي مٽي بہ آڻي ڏني. (ڏسو ابو داؤد).

اها، حقيقت ثابت ڪري ٿي ته واقع شهادت جو يادگار خود جبرئيل قائم ڪيو. حقيقت هيءَ آهي ته اهو يزيدي فرقو مسلم نما صورت ۽ انسان نما اصنام جي شڪل ۾ اڄ به موجود آهي.

مسلمانن کي آل رسول ۽ شهداء ڪربلا جي قربانين جي ياد هميشه قائم ۽ زنده رکڻ گهرجي ۽ اسلام جنهن مهتم بالشان طريقي سان اڪابرن جي يادگار ۽ ذڪر ۽ افڪار کي باعث عبرت قرار ڏنو آهي تنهن تي برابر عمل ڪرڻ گهرجي ۽ ڪنهن به مولوي يا مفتيءَ جي منع ڪرڻ تي نه لڳجي ڇوته اهي انڌا آهن ۽ انڌا ٻين کي ڪهڙي راه ڏيکاري سگهندا.

من ڪان في هاذه اعمي فهو في الاخرت اعمي و ضل سبيلا و صلي الله علي خير خلقه سيدنا محمد و آله اجمعين"

(مولوي محمد عمر صاحب جي عبارت ختم ٿي)

ارباب انصاف ٻنهي عبارتون پڙهي فيصلو ڪن ته ٻنهي هم مذهب مولوي صاحبن مان ڪنهنکي حق تي سمجهجي ۽ ڪهنکي ناحق تي؟

غلام ٻن قسمن جا ٿيندا آهن هڪڙا وفادار ٻيا بي وفا، وفادار آقا جي اولاد جا خير خواه ۽ بي وفا دشمن ۽ نمڪ حرام ٿيندا آهن. نمڪ اهڙي شيءِ آهي جو

جيسين طعام ۾ نه وجهبو تيسين ڦڪو ۽ بدمزه ٿيندو.
حضرت علي عليہ السلام جا ۽ نمڪ جا عدد هڪ
جيترا آهن.

## ترڪيب

عدد:- ن م ڪ = نمڪ ع ل ي = علي
۵۰ ۴۰ ۲۰ = ۱۱۰ ۷۰ ۳۰ ۱۰ = ۱۱۰

هر علمي محفل خواه وعظ ۾ جيسين حضرت علي
عليہ السلام جو ذڪر خير هئي ذڪر سان گڏ نه ڪبو
تيسين ڦڪو محسوس ٿيندو ڇو ته حضرت علي عليہ السلام
علم نبويءَ جي شهرجو دروازو ۽ باب الفتح آهي. اهو
ئي سبب آهي جو گذريل جنگ ۾ به علي‌علي جو نعره
هر جاءِ ني بلند هو، فتح ڪان بعد وري اهو ڳهن
اوها ڪهاڙي.

## سوال

لکيتو "دهل نغارا ۽ شرنايون شاديءَ ۾ وڄرايا
وينداآهن.

## جواب

پڙائي سگهندو مولوي صاحب ته دهل ۽ شرنايون
رکو عزاداريءَ ۾ ناجائز آهن يا شادين ۾ به؟ ڪڏهن
به ڪنهن شاديءَ واري ڪي دهلن وڄائڻ ڪان منع
ڪري ڪجهه لکيو ويو آهي؟ يا صرف عزاداري اکين ،

۾ ڪڪرو آهي؟ هنجي جيڪا ٻه جاهه آهي سا صرف
عزاداريءَ کي بند ڪرائڻ جي، جا سندس طاقت کان ٻاهر آهي.
آءُ چشم ديد حقيقت پيش ٿو ڪريان جنهن مان
ثابت ٿيندو ته خلافت تحريڪ وقت خلافتي مولون جي
موجودگيءَ ۾ خلافتي مسلمان دهلن تي متوءَ ڇاتي
پٽيندا ترڪيءَ جي خلافت لاءِ نوحه پڙهندا هومستيڊ هال
۾ هندو مسلم حي گڏيل مٽنگ ۾ داخل ٿيا ته ڪنهن
هڪ مولوي صاحب به منع نه ڪئي ته دهل وڄائڻ
پٽڻ ناجائز آهي. تابوت ني نه اعتراض ٿا ڪيا وڃن ۾
ولائتي ڪپڙي کي ٻن ڪائين تي جئن هندو ڪائي
ڏاهي ميت ڪڻندا آهن تئن رکي ڪانگريسي هندو رام
رام سنگ ڪي، ڪندا ڪلها ڏيندا هليا ۽ ڏکهين ڏاڙهين
وارا خلافتي مولوي به ڪائيءَ کي ڪلها ڏيندا ڪلمه
پڙهندا هليا ۽ سيني هندو ۽ مسلمانن گڏجي هومستيڊ
هال ۾ ڪائيءَ کي ولائتي ڪپڙي سميت باه ڏئي ساڙيو
ته ڪنهن هڪ مولويءَ به اعتراض نه ورتو. ياد رهي نه
انهي هندو مسلم جي گڏيل اجتماع ۾ هندو عورتن سان
گڏ مسلم عورتون نه ڪي درقع سان ۽ ڪي منهن
اگهاڙيون شرڪ هئيون ته حاضر خلافتي مولوين مان
ڪنهن به اعتراض نه ڪيو ته عورتن جي گڏ ٿيڻ

ڪري گهڻا ماڻهو ڪٺا ٿيا آهن پاڻ ترغيب ڏيڻ لڳا ته خلافت جي حمايت ۾ آيون آهن پر جي عزاداريءَ جي مجلسن ۽ جلوسن ۾ عورتن کي ڏسن ٿا ته اعتراض ٿا ڪن ته عورتن کي ڏسڻ لاءِ مجمع گڏ ٿئي ٿو، جئن غلام حيدر ملتانيءَ اعتراض ڪيو آهي.

خلافتي اجتماع ۾ عورتن جي اچڻ کي عقيده سان تشبيه ڏين ۽ مجلسن ۽ ماتمي جلوسن ۾ عورتون اچن تـــه عقيدي جي ڳالهه کي بدلايو نقطه چينون ڪن اگرچه سمجهن ٿا ته حضرت امام حسن عليه السلام جي نالي تان جئن مرد نثار آهن تئن عورتون هنڪري جو ڪربلا جـــوڙ قربانيون عالم انسانيت ۾ مرغوب خاطر بنجي چڪيون آهن.

تعجب هن ڳالهه تي ٿو لڳي ته ڪابن، جم خانن ۽ مشاعرن ۾ نوجوان ڇوڪريون ۽ عورتون جمالو ۽ ٻيا عشقيه ترانا مردن جي روبرو ڳائين ۽ ناچ ڪن ته شرعي فتويٰ جاري ڪرڻ لاءِ مولوين جي زبان تـــي خاموشيءَ جي مهر لڳل آهي پر عشره محرم کي ويجهو ايندو ڏنائون ته خودساخته فتوائون ۽ نقطه چينون شروع ٿي ويون.

سرڪار دو عالم جي نوراني جسم جو، وار مبارڪ

۾ هڪ جز آهي ته انجي گم ٿيڻ تي اسلامي دنيا ۾ هلچل مچي وئي هٿ ناڙون تي ويون ۽ ڪارن جهنڊن سان جلوس ڪڍي عقيدت جو اظهار ڪيو ويو، ساڳي طرح حضرت امام حسين عليه السلام ۾ سرڪار رسالت جو جز آهي جنهنجي شهادت عظما تي جي اهڙا مظاهرا ٿا ڪجن ته اعتراض شروع ٿيو وڃن تنهن مان ۾ محبت يا عداوت جو ثبوت مليٿو. وار مبارڪ جو جلوس حيدرآباد ۾ ٣ جنوري ١٩٦٤ع جو واقعه آهي.

عليٰ هاذالقياس استنبول کان هڪڙو سائي رنگ جو جهنڊو آيو ته وڏي احترام سان جلوس ڪڍي سڄي شهر ۾ ڦيرايو ويو ته مولوي صاحبن جي نزديڪ جائز هو فقط فرزند رسول سيدالشهدا حضرت امام حسين عليه السلام جي يادگار ۾ ذوالجناح، جهولو، تعزيو ۽ علم ڪڍي جلوسن ۾ هلڻ ناجائز انمان پڌرو آهي ته اهي مظاهرا يزيد ۽ انجي قوم جا ظلم ۽ بڇڙايون ظاهر ٿا ڪن ۽ يزيد جا پوءِ لڳ برداشت ڪري نٿا سگهن تڏهن ٿا منگهڙت فتوائون ڏئي عزاداريءَ کي بند ڪرائڻ جون ڪوششون ڪن.

نور - خدا ہے کفر کي حرکت په خنده زن
پهوکون سے يه چراغ بجهايا نه جائيگا

یک حسین نیست تا گردد شهید
ورنہ بسیار اند در دنیا یزید



پتائي صاحب عليہ الرحيم جو فرمان آهي:-

”ملو ہانيءَ چھڙو ٿيئي اوچي ذات،
ھڏو ڏيئي وات ڏٿيءَ ڏڪاري چڏيا“



## سوال

لکيتو ”شيعہ مذهب تا قيام قيامت ماتم ۽ عزاداري
ڪندي هليو ويندو ليڪن قتل حسين رضہ جو داغ
سندن پيشانين تان هرگز نہ ويندو ڇوتہ انهن بدنصيبن
کي حضرت سيده زينب رضي الله عنها جي بددعا آهي
جو جڏهن اهلبيت جو قافلہ ڪوفي ۾ اچي پهتو تہ
شهر جي جائن جي ڇتين تي چڙهي شيعہ عورتون وا
حسيناه واويلا چئي رهيون هيون تہ بي بي صاحبہ انهن
جي مڪاري ۽ حيلہ بازيءَ کي ملاحظہ ڪري ارشاد
فرمايو ”خدا توهانکي برباد ڪري توهان ئي تہ اسانکي
قتل ڪيو ۽ ڪرايو ۽ ڏوڪو ڏئي سڏايو سچ آهي
تہ اوهان گھڻو گريہ ڪريو ۽ ٿورو کلو ڇو تہ توهان
هميشہ جي باهہ کي خريد ڪيو آهي،

## جواب

جڏهن سمجهي ٿو ته شيعه مذهب تاقيام قيامت ماتم ڪندو ايندو تڏهن قيامت کان اڳ عزاداري بند ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رسالو لکي امن سوز حرڪتون ڪرڻ دانائي يا نادانيءَ؟ عزادار جائز ڪن يا ناجائز جزا ۽ سزا جو اختيار مالڪ حقيقيءَ کي آهي، ڪيس ڪن ۾ ڪيڏان ڇو پيا آهن جو فرقيدارانه ڇڪتاڻ پيدا ڪرائيندو وتي؟

قلم ۽ زبان سان شيعن تي قتل جو بهتان مڙهڻ زباني جمع خرچ آهي، ڏابت ڪرڻ ناشدني!

اسلامي ڪتابن شهداء ڪربلا جي قتل جو ڏوهه جن تي مڙهيو آهي سي مولوي غلام حيدر صاحب جا پيشوا ۽ رهبر ٿا ثابت ٿين ۽ انهن جي معرفت حاصل نه ڪرڻ جي سزا به پاڻ ئي فتوائن رستي صادر ڪئي اٿن ته جن انهن کي اسلامي رهبر قبول نه ڪيو تن جو موت اسلام تي نه پر جهالت تي ٿئي ٿو.

(١) قاتل نه يزيد ئي آهي جنهن کي پاڻ به امام جو قاتل سمجهي پليد لکي لعنت ڪري چڪو آهي. پڌائي سگهندو ته يزيد کي ڪهڙي فرقي خليفته المسلمين جي عهده جو حقدار ٺهرايو آهي؟ جن هن کي خليفته المسلمين ٺهرايو هوندو اهي ئي شهداء ڪربلا جا قاتل شمار ٿيندا نه شيعه

جيئن مولوي غلام حيدر صاحب پنهن جن رهبرن جو ڏوهه انهن تان لاهي شيعه مذهب تي مڙهيو آهي.

(٢) يزيد جو خط بيعت طلبيءَ لاءِ جڏهن مديني جي گورنر وليد وٽ پهتو ته مروان وليد کي چيو ته امام حسين (عليه السلام) بيعت کان انڪار ڪيو آهي انڪري يزيد جي حڪم جي تعميل ڪري امام جو سر يزيد ڏي موڪلي ڏي. ٻڌائي سگهندو مولوي غلام حيدر ته اهو مروان اوهانجي گروهه جو تسليم ڪيل خليفة المسلمين آهي يا شيعه مذهب جو؟

(٣) مران جو پٽ خليفه عبدالملڪ جنهن امام جي مقبرن جا نشان گم ڪرائڻ لاءِ درياءِ فرات جو بند ڀڃي مقبرن کي پاڻيءَ جي ذريعي غائب تي ڪرايو، سو مولوي غلام حيدر ملتانيءَ جي فرقه جو مڃيل خليفة المسلمين آهي يا شيعه مذهب جو؟

(٤) خليفي مروان جو پٽ حشام جنهن امام علي ابن الحسين عليه السلام کي اذيتون ڏنيون سو مولوي غلام حيدر جي فرقي جو قبول ڪيل خليفة المسلمين آهي يا شيعه مذهب جو؟

(٥) خليفي مروان جو پٽ وليد جنهن ڪعبة الله شريف جي ڇت تي شراب پي قرآن شريف کي، تير هڻي

ڪلام الاهيءَ جي ۽ بيت الله شريف جي بي ادبي ڪئي سو مولوي غلام حيدر جي فرقي جو قبول ڪيل خليفة المسلمين آهي يا شيعه مذهب جو؟

(٦) حضرت علي عليه السلام جي فرزندن امامن سڳورن کي جن زهر ڏياري شهيد ڪرايو سي مولوي ملتانيءَ جي مذهبي عالمن جا قبول ڪيل خلفاء آهن يا شيعه مذهب جا؟

مٿين حوالن مان صاف ظاهر آهي ته خاندان رسالت جي امامن جا قاتل مٿي ڏيکاريل مولوي غلام حيدر جا پيشوا ۽ رهبر آهن ۽ حديث نبويءَ موجب انهن قاتلن جي معرفت جيسين مولوي غلام حيدر ۽ انجا هم عقيده نه رکن تيسين موت ٿي جهالت تي ٿئي، جن مان سندن رهبر وليد قرآن شريف تي تير وسايا ۽ ڪعبة الله شريف جي ڇت تي ويهي شراب پيتو تن کي رڳو مسلمان نه پر مسلمانن جا خليفا ۽ رهبر پاڻ قبول ڪن ۽ انهن جو ڏوه غلام حيدر صاحب مڙهي شيعه مذهب تي سا سراسر چالاڪي ۽ پس پرده ڪربلا جي يادگار کي ختم ڪرائڻ جي حرفت بازي آهي يا هن کي سيد الشهدي عليه السلام جي محبت آهي؟

ديـــده و دانسته دشمن اور چيز
دوست جي پرده ۾ دشمن اور چيز

هتي ثابت ڪري ٿو ڏيکارجي ته جناب سيده زينب سلام الله عليها، جن تماشبين عورتن کي بددعا ڪئي سي يزيد جي لشڪر جون زالون هيون جي سادات جي قيد ٿيل قافلي جو تماشو ڏسڻ لاءِ ڪوفه جي بازار جي چڙهين تي اچي ويٺيون هيون.

ثبوت پيش ڪرڻ کان اڳ پهرين قانون فطرت تي غور ڪبو ته مولوي غلام حيدر جي حرفت جو پول پڌرو ٿي پوندو.

الف:- ڪهڙو به ٿوري عقل وارو چونه هجي ته به جي هنکي ڪنهن ماڻهوءَ ۾ يقين هجي ته هو سندس خواه سندس اولاد جو خيرخواه آهي ته اهڙي خيرخواه کي بددعا ڪندو؟ عقل سليم جواب ڏيندو ته هرگز نه.

ب:- ڪو مريد پنهن جي مرشد خواه سندس اولاد جو معتقد ۽ خيرخواه هجي ته اهڙي خيرخواه کي مرشد يا سندس اولاد بددعا ڪندو؟

عقل هي جواب ڏيندو ته ڪڏهن به بددعا نه ڪندو.

ث:- هاڻي فيصلو ڏيو ته خلق عظيم جي صاحب سيد المرسلين صلعم جي نواسي جناب سيده زينب سلام الله عليها جو اخلاق ڪين اجازت ڏيندو ته پنهن جي پياري ڀاءُ حضرت امام حسين عليه السلام ۽ انجي اولاد

تي خالص عقيدي سان جن عورتن رنو هوندو تن کي بد دعا ڪري؟ نه هرگز نه.

مولوي غلام حيدر بغض ۽ ڪيني وچان، سخت الزام جناب سيده زينب سلام الله عليها جي اخلاق تي مڙهيو آهي جنهن ڏوهه جي جوابداريءَ کان نجات ملڻ محال ۽ دشوار آهي.

(هائي روئڻ وارين عورتن کي بد دعا ڪرڻ جو ثبوت پڙهو)

مقتل جي ڪتابن مان پڌرو آهي ته ڪربلا ۾ يزيد جي فوج ٻاويهه هزار هئي. انهن ٻاويهن هزارن سپاهين جون زالون هيون جي سادات جي قافلي جو تماشو ڏسڻ لاءِ ڪوفي جي بازار جي ڇتين تي چڙهي تماشو ڏسڻ لڳيون. جناب سيده زينب سلام الله عليها مظالم جا داستان بيان ڪرڻ شروع ڪيا جن اهڙو اثر پيدا ڪيو جو يزيد جي سپاهه جون زالون بہ روئڻ لڳيون.. سيده زينب سلام الله عليها کي علم هو ته اهي عورتون يزيدي سپاه جون زالون آهن، جي مظالم جو ذڪر ٻڌي فطري قانون موجب ڪٽي روئڻ ٿيون پر آهن قاتلن جون زالون تڏهن انهن کي بد دعا ڪبائون. روئڻ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي هڪ فرط محبت ۽ عقيدت کان، جو اهڙو پائدار آهي جو هميشه قائم رهي ٿو ۽ ٻيو قسم روئڻ جو هي آهي

۽ وقتي غم جا داستان ٻڌي روئڻ اچي ٿو ۽ موقعي گذري وڃڻ کان بعد ان واقعي جو ڪو به اثر نٿو ٿئي. انجو مثال امام جي مجلسن مان به ظاهر آهي جو هڪڙا هر وقت امام جي غم ۾ روئڻ ثواب ٿا سمجهن ۽ ٻيا مجلسن ۾ مصائب جو ذڪر ٻڌي فطري اثر سبب روئن ٿا، پر موقعه گذري وڃڻ کان پوءِ وري به ضد ۽ نفرت شيعه مذهب سان.

غور سان ڏسو ته امام جو ماتم زنده معجزو آهي. سنه ٦١ هجري کان اڄ تائين امام جي يادگار کي بند ڪرائڻ ۽ عقيدي کي ختم ڪرائڻ لاءِ حڪومتن پنهن جون طاقتون خرچ ڪري لکين انسانن کي بي گناه مارايو ۽ لکن کي قيد خانن ۾ بند ڪيو ۽ جڏهن حڪومتون ختم ٿي ويون تڏهن وري انهن جي ڪرائيدار مولوين مدرسن ۽ مڪتبن ۾ عزاداريءَ جي خلاف تحريري پروپئگنڊا شروع ڪئي ۽ وعظن ۽ ميٽنگن ۾ تقريري پروپئگنڊا چالو رکي جا اڄ تائين به چالو ٿيندي اچي، پر عزاداريءَ تي ذري برابر به اثر نه ٿيو آهي نه ٿيندو. پروپئگنڊا اهڙو مهلڪ هٿيار آهي جنهن ٿورن ورهين جي عرصي ۾ دنيا جي سيڪان وڏي حڪومت روس جي زار جي هئي جنهنجو تختو الٽائي ڇڏيو، چين جي بادشاه جو خاتمو آڻي ڇڏيو، ترڪيءَ جي بادشاهت جو خاتمو

ڪري ڇڏيو وغيره وغيره. انجي برعڪس تيرهن سئہ ورهيہ جي عرصي ڪان بہ وڌيڪ، پروپئگنڊا چالو رکي وئي جا اڄ تائين بہ چالو ٿيندي اچي، تہ بہ عزاداريءَ تي رتيءَ برابر بہ اثر نہ ٿيو آهي، تنهنجو جواب ڪنهن بہ هوشمند وٽ هجي تہ ڏئي اطمينان ڏياري، ورنہ قبول ڪرڻو پوندو تہ عزاداريءَ جو باقي رهڻ زنده معجزو آهي. معجزي جي معنيٰ ئي آهي اهو ڪم جنهنڪان عقل عاجز ٿئي. اسان کي يقين آهي تہ عزاداري فطري قانون ۽ قدرت جي منشاء موجب آهي تڏهن ڪنهن بہ مخالف جي پروپئگنڊا جو اثر ڪارگر نٿو ٿئي. انجو تازو ثبوت نيڙهيءَ جو المناڪ حادثو آهي جنهن ۾ وڏين طاقتن جي زور تي نهتن عزادارن کي عزاداري ڪندي موت جي گهاٽ اتاريو ويو ان نيت سان تہ طاقت جي زور تي عزاداري بند ڪرائي وڃي پر نتيجو اهو نڪتو جو عزاداريءَ جا مخالف هڪ ٻئي پويان اجل جو لقمہ بنجي ويا ۽ اڄان بہ هوندا تہ انهنجو حشر بہ قدرت جي طرف کان اهڙو ٿيندو جهڙو يزيدي قوم جو ٿيو.

کڇھ بات ہے کہ ہستي مٽتي نہيں ہماري
برسوں رہا ہے دشمن دوُر- زمان ہمارا



## سوال

لکيتو "کير نتو چائي تہ ماتم ڪرڻ، روئڻ پٽڻ، نوحہ خواني، سينہ ڪٽڻ، جزع فزع ڪرڻ، سوم، چهلم ۽ باقي رسومات عزاداري صرف مردن جي لاءِ ڪيون وينديون آهن، حضرت امام الشهدي زنده بحيات ابد و سرمدي آهن. قرآن حڪيم ۾ فرمائي ٿو "لا تقولوا لمن يقتل في سبيل الله اموات بل احياءٌ ولا ڪن لا تشعرون" جڏهن نص قرآن جي روءِ سان امام زنده ثابت آهي تہ ان تي ماتم ڪرڻ سراسر حماقت ۽ بيوقوفي آهي"

## جواب

زنده تي روئڻ ۽ نوحہ ڪرڻ جو ثبوت قرآن شريف سان روز روشن وانگر ثابت آهي. جنهنکي شڪ هجي سو پڙهي پڪ ڪري.

"وابيضت عيناه من الحزن فهو ڪظيم" انجون اکيون غم ۾ روئڻ کان اڇيون ٿي ويون هيون (سوره يوسف) سنت جماعت جو عالم علامہ زمخشري تفسير ڪشاف ۾ هن آيت بنسبت لکيتو "ما جفت عيناه من وقت فراق يوسف علي حين لقائه ثمانين عاماً وما علي وجه الارض اکرم علي الله منه." يعني حضرت يعقوب جون اکيون حضرت يوسف جي جدائيءَ ۾ اسي سالن تائين خشڪ نہ ٿيون، هميشه ڳوڙهن سان پريل هونديون هيون.

حضرت يعقوب عليہ السلام کي علم نبوت سان خبر
هئي تہ حضرت يوسف زنده آهي تہ بہ ايترو رنو جو
اکين جي روشني ختم ٿي وئي- ياد رهي تہ انهيءَ وقت
حضرت يعقوب کان وڏيک ٻيو کوبہ خدا جو مقرب
بندو کونہ هو- جي روئڻ الله تعاليٰ عزوجل جي نزديک
گناهہ هجي ها تہ حضرت يعقوب نبي هرگز نہ روئي ها.
جڏهن حضرت يعقوب جي محبت جوش ۾ ايندي
هئي تہ نوحہ ڪري فرمائيندو هو. "يا اسفا عليٰ يوسف"
هاءِ افسوس يوسف تي- انهن آيتن مان ثابت ٿئي ٿو تہ
حضرت يعقوب نبي جنهنکي علم نبوت جي وسيلي سان
خبر هئي تہ سندن فرزند يوسف جيئرو آهي تڏهن بہ
صرف نگاهن کان دور هئڻ ڪري گريہ بہ ڪيائون ۽
نوحہ بہ- انهيءَ ساڳئي تفسير ۾ جناب رسالتماب صلعم
کان روايت آهي تہ پاڻ جبرئيل کان پڇيائون تہ يعقوب
جو روئڻ يوسف جي جدائيءَ ۾ ڪهڙيءَ حد تي پهتل
هو؟ جبرئيل چيو ستر پسر مرده عورتن جي روج راڙي
جي برابر- آنحضرت جن فرمايو ان کي ثواب ڪهڙي
حد تائين مليو؟ جبرئيل جواب ڏنو "سئہ شهيدن جي
برابر- ان مان ثابت ٿيو تہ گريہ ۽ نوحہ ڪرڻ باعث
ثواب آهي. ڪيئن تہ مولوي غلام حيدر لکي تہ زنده

تي ماتم ڪرڻ حماقت ۽ بيوقوفي آهي! پڏائي سگهندو
ته هنجو اهو حملو حضرت يعقوب عليه السلام تي ٿيو يا
نه؟ ڪلام الاهيءَ جي آيتن کي مولوي صاحب جي
پيش ڪيل آيت سميت جهڙو نبي ڪريم صلعم سمجهي
سگهيو ٿي تهڙو ڪو به هرگز سمجهي نه سگهندو.
ان هوندي به جڏهن پاڻ سڳورن پنهنجي چاچن حضرت
حمزه ۽ حضرت جعفر طيار جي شهادت تي گريه به ڪيو
آهي ۽ نوحه به پڙهيو آهي تڏهن مولوي غلام حيدر
جي نڪته چيني سيد المرسلين صلعم تي ٿي يا نه؟

هاڻي ثبوت پڙهو:- ”عن جابر بن عبد الله قال لما رأي
النبي حمزة قتيلا بکي فلما رأي مثل به شهق“ (مولوي
صاحب جي مذهبي ڪتاب اسيعاب مطبوعه دائرة المعارف
حيدرآباد دکن جلد پهريون صفحه ۱۰۴ ۾ جابر بن عبدالله
کان روايت آهي ته حضرت رسول صلعم حضرت حمزه
جي قتل تي گريه ڪيو ۽ جڏهن ان جي وڍيل عضون
تي نظر پئي ته بلند آواز سان رنائون.

## ٻيو حوالو

علي بن برهان الدين شافعي محدث انسان العيون ۾
لکيو آهي ”عن ابن مسعود ما رأينا رسول الله باکيا اشد
من بکائه علي حمزة و صفه في القبلة ثم وقف علي جنازة و

انتحب حق نشع اي شهق حتى به الغشي يقول يا عم رسول الله و اسد رسوله يا حمزة يا فاعل الخيرات يا حمزه يا كاشف الكربات بلذال المعجمة اي يا مانع عن وجه رسول الله ."

ابن مسعود کان روايت آهي ته اسان حضرت رسول صلعم کي کڏهن به ايترو شدت سان روئندي نه ڏٺو جيترو حضرت حمزه تي رنائون، لاش ڏانهن منهن ڪري ويجهو ني هڪ دانهن ڪيائون، ايستائين جو غش طاري ٿي ويو ۽ هن طرح نوحه پڙهيائون "اي رسول خدا جا چاچا اي خدا ۽ رسول جا شير، اي حمزه، اي نيڪ ڳالهيون ڪندڙ، اي دين تان مصيبتن کي دور ڪندڙ ۽ رسول جي دشمنن کي ختم ڪندڙ"

ڇا ان کان وڌيڪ ڀي گريه، بڪا، نوحه خواني ۽ بي تابيءَ جي حالت ٿي سگهي ٿي؟ ان هوندي به گريه ۽ بڪا جي خلاف اعتراض ڪرڻ رسول ڪريم صلعم جي فعل تي اعتراض ڪرڻو آهي جنهن کان هر مسلمان کي ڪناره ڪشي ڪرڻ گهرجي.

هاڻي مولوي غلام حيدر صاحب ٻڌائي ته حضرت حمزه قرآن جي آيت موجب شهيد ۽ زنده هو يا نه، ۽ پيغمبر صلعم کين زنده سمجهي گريه ۽ نوحه ڪيو يا مرده سمجهي؟ پوءِ ڪيئن ٿو اعتراض ڪري!

## قول رسول صلعم

مطالب المومنين ۾ مولوي غلام حيدر جي مستند مذهبي مفسر تفسير ڪبير ۾ محمد ابن ابي جعفر کان روايت آهي "قال قدم علينا رجل من الانصار محد ثنا من حديثه عن رسول الله مر بني اسد و هم يندبون قتلاهم يوم احد فقال لاکن حمزة لابواکي له قالت النساء فخرجنا حتي اتينا رسول الله فندبنا حمزت و رسول الله في البيت حتي سمعنا تسبيح فارسل الينا قد اهبتم و قد احسنتم قال السرخسي انما قال ذالک لان حمزة کان سيدالشهداء يومئذ لا کنه کان غريباً فرثاه رسول الله و في المغازي ان سعد بن معاذ و سعد بن عباده و معاذ بن جبل لما سمعوا ذالک جاء ابنساء قومهم الي بيت رسول الله يندبن حمزة حتي نام ومن ذالک جري الرسم بالمدينته اذا مات احد يندؤن بالبکاء علي حمزة "

محمد ابن جعفر چوي ٿو " اسان وٽ هڪ شخص انصارن مان آيو جنهن پين ڳالهين سان گڏ هڪ ڳالهه هيءَ به ڪئي ته رسالت مآب جو گذر بني اسد جي طرف کان ٿيو. انهيءَ وقت اهي پنهنجي جنگ احد جي مقتولن تي روئي رهيون هيون. حضرت جن فرمايو افسوس حمزه تي روئڻ وارو ڪوبه نه آهي. عورتن جو چوڻ آهي ته اسين پنهنجن گهرن مان نڪري رسول

صلعم جي گهر ۾ آيون سن ۽ اسان حمزه تي گريه زاري ڪئي. انهيءَ وقت رسالت مآب جن گهر ۾ موجود هئا ۽ سندن تسبيح جو آواز به پي پڌو. آنحضرت جن اسان وٽ پيغام موڪليو ته توهان جو وڏو احسان ٿيو. سرخنيءَ چيو ته حضرت جن اهو افسوس انڪري ڪيو هو ته حمزه انهيءَ ڏينهن سيدالشهداء هو ۽ مسافرت جي عالم ۾ سندس انتقال ٿيو هو. تڏهن حضرت رسالت مآب مرثيه پڙهايو ۽ مغازيءَ ۾ آهي ته سعد بن معاذ ۽ سعد بن عباده ۽ معاذ بن جبل جڏهن اهو ٻڌو ته پنهنجي گهراڻي جي عورتن کي آنحضرت جنجي گهر ۾ موڪليو ۽ انهن حمزه تي نوحه پڙهيو. انهيءَ ڏينهن کان مديني ۾ اها رسم جاري ٿي وئي ته جڏهن ڪو به قضيو ٿيندو هو ته پهر بن حمزه تي گريه ۽ بڪا ڪيو ويندو هو. انهيءَ روايت کي طبري ۽ ابن اسير ۽ ابن عبدالربه قرطبي به ذڪر ڪيو آهي، جنهن کان بعد انجي صحت ۾ ڪوبه شڪ ٿي نٿو سگهي. هاڻي انصاف ڪريو ته حضرت سيدالشهداء امام حسين عليه السلام عالم غربت ۾ عزيزن ۽ انصارن سميت شهيد ٿي ويو. انتي نوحه ۽ گريه ڪرڻ پيغمبر صلعم جي فرمان موجب باعث ثواب ۽ برڪت آهي، يا اڃان به ڪو شڪ آهي؟

مولوي غلام حيدر جيڪي اعتراض ڪيا آهن سي سڀ يزيد ۽ اجي سپاه ڪي ملامت کان بچائڻ لاءِ ڪيا آهن - پيو ڪو به سبب ذهن ۾ نٿو اچي.

هاڻي فطري قانون موجب ثابت ڪري ٿو ڏيکارجي ته ملڪ ۽ ملت جي اعليٰ ترين خيرخواهن، جانباز فوجي افسرن ۽ جان نثار سرفروشن جي انتقال ۽ قتل تي ملڪ ۽ ملت جي همدردن کي دلي صدمون پهچندو آهي ۽ اهي انهن لاءِ گريه ۽ حزن ڪندا آهن ۽ انجي برعڪس ملڪ ۽ ملت جا دشمن انهن جي قتل تي خوشي ۽ مسرت جا مظاهرا ڪندا آهن.

۱- پاڪستان جو قائداعظم مرحوم محمد علي جناح عليه الرحمه جي انتقال پرملال تي پوري پاڪستان ۾ غم جي لهر ڊوڙي رهي هئي، ڪارن جهنڊن سان جلوس ڪڍيا ويا هئا ۽ بانهن تي ڪارا پٽا ٻڌا ويا هئا ته ملن ۽ مولوين مان ڪنهن هڪ به نه ڪارن جهنڊن تي نڪي ڪارن پٽن ۽ جلوسن تي اعتراض ڪيو نه وري بدعت ٺهرايو - تنهن مان پڌرو آهي ته ضد، حسد، ڪينو ۽ بغض جي آهي ته فقط شهداء ڪربلا جي عزاداريءَ تي. مرحوم قائداعظم جي انتقال تي خوش صرف اهي ٿيا هوندا جيڪي پاڪستان جا دشمن هوندا.

۲- آمريڪا جو پريزيڊنٽ صدر ڪينيڊيءَ جي قتل تي هرهڪ آمريڪن جي ٻانهن تي غم جو نشان يعني ڪارو پٽو ٻڌل هو، ميت جي جلوس سان صدر صاحب پاڪستان جو تحفہ طور ڏنل گهوڙو ٻنان سوار وٺي هليا هن نظريه سان ته سوار گذاري ويو ۽ گهوڙو بي سوار آهي. انهيءَ نظريه سان عزاداريءَ جي جلوسن سان گڏ گهوڙا ۽ تابوت ڪڍيا وڃن ٿا ته اهي ناجائز ۽ بدعت، باقي سڀ ڪجهه جائز!

صدر ڪينيڊيءَ جي قتل تي آمريڪا جي ماڻهن ۾ غم ۽ ملال جا آثار ظاهر هوا ۽ دشمنن ۾ خوشي نمايان هئي. ساڳيءَ ريت حضرت حمزه جي شهادت تي اهل اسلام ۾ ماتم نوحه ۽ اسلام جي دشمن ۾ خوشي ۽ مسرت هئي. انجو ثبوت اسلامي تاريخن مان پڌرو آهي ته سيدالمرسلين صلعم، خاندان رسالتپناه ۽ انصار جي مردن ۽ عورتن ۾ ماتم ۽ يزيد جي ڏاڏي ابوسفيان جي خاندان ۾ عيد ۽ خوشي، انهيءَ حد تائين جو يزيد جي ڏاڏي ابوسفيان جي زال اميرحمزه جا وڍيل عضوا پٽي ڳلي ۾ هار ناهي وڌو. ان مان روشن آهي ته شهداء جا معتقد شهداء تي ماتم ڪندا آهن ۽ دشمن خوشي ڪندا آهن. شهداء جي عزادارن کي يقين آهي ته اهي حيات ابديءَ جا مالڪ

آن ۽ غم ۽ ماتم هنگري ڪيتا تہ وڏيڪ زمانو موجود
هجن ها نہ محبن ڪي سندن وجود مان فيض ۽ دشمنن
ڪي ضلالت ۽ شڪست نصيب ٿئي ها. سرڪار رسالت
صلعم جنجي نوحہ ۽ گريہ ڪرڻ جو سبب بہ اهو ساڳيو
هو ۽ قانون فطرت جي تقاضا بہ اهائي آهي تہ دلداده
۽ سرفروشان ملت جي شهادت تي غم، حزن ۽ نوحہ
ڪرڻ شهداء جي هر معتقد جو فطري فرض آهي. ان
نظريہ جي روشنيءَ ۾ ضمير ڪان فيصلو وٺي ڏسو تہ مولوي
غلام حيدر ملتانيءَ رسالہ ماتم لکي، عزاداري ۽ يادگار
سيد الشهدي حضرت امام حسين عليہ السلام کي بند ڪرائڻ
جي ڪوشش ڪري شهداء ڪربلا جي دشمنيءَ جو
ديده دانستہ ثبوت ڏنو آهي يا محبت جو؟

ڀٽائي صاحب عليہ الرحمہ جو فرمان آهي:-

ملا مرئي ماءُ پٽو قسئي پيٽ ۾
سچائي الله ٿيي هنيئين ڏور ۾

## قانون فطرت

غم جي وقت ۾ روئڻ يا گريہ ڪرڻ فطري اثر
آهي جنهنکان جيڪو بہ منع ڪندو سو ڪامياب نہ
ٿيندو، ڇوتہ قانون قدرت ۾ ڦيرگهير نہ آهي. حضرت
پيغمبر صلعم جي انتقال پرملال تي امهات المومنين گريہ

۾ ڪيو آهي ۽ منهن تي هٿ ۾ هنيان آهن جنهن جو ثبوت مولوي غلام حيدر صاحب ملتاني جي مذهبي ڪتاب "مدارج النبوت" ۽ بين ۾ صفائيءَ سان موجود آهي. طوالت سبب وڌيڪ حوالا ڏيڻ کان قلم کي روڪجي ٿو.

## عام الحزن

عام الحزن معنيٰ روئڻ جو سال. اسلامي تاريخون شاهد آهن ته جنهن سال ام المومنين جناب خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها ۽ حضرت علي عليه السلام جي والد ماجد حضرت ابو طالب عليه الرحمه جو انتقال ٿيو ته پيغمبر صلعم جنکي ايترو گريه ٿيو جو انهيءَ سال جو نالو ئي عام الحزن يعني روئڻ جو سال رکيو ويو.

انهان ثابت آهي ته ميت تي روئڻ سنت نبوي آهي.

## حضرت ابو طالب

ڪي متعصب ماڻهو حضرت علي عليه السلام جي والد حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنه کي مشرف ۾ اسلام نه ڄاڻندا آهن. ياد رکڻ گهرجي ته حضرت علي عليه السلام سان حسد ۽ بغض رکڻ جو اهو نتيجو آهي ڇوته جي حضرت ابو طالب مسلمان نه هجي ها ته سندس انتقال واري سال جو نالو پيغمبر صلعم عام الحزن

دعني روئڻ جو سال هرگز نہ رکي ها. هيءَ ڳالهہ بہ توجهہ طلب آهي تہ حضرت پيغمبر صلعم جو نڪاح بہ حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ پڙهيو آهي. جي حضرت ابو طالب مشرف بہ اسلام نہ هجي ها تہ پيغمبر صلعم کين جناب ام المومنين خديجۃ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها سان نڪاح پڙهڻ جي اجازت هرگز نہ ڏين ها. مثال طور ڪنهن بہ مسلمان جو نڪاح جي ڪو ڪافر پڙهي تہ مولوي صاحب شور مچائي ڇڏين تہ اهو نڪاح صحيح نہ آهي تنهنڪري حضرت ابو طالب محسن اسلام، پيغمبر صلعم جي جان جو محافظ ۽ جان نثار ثابت ۽ پڪو مسلمان آهي.

هاڻي قاعدہ جي ڪورٽن ۾ قاتلن جي ڪيسن هلائڻ جي دستور مان بہ ثابت ڪري ٿو ڏيکارجي تہ ناحق خون ٿي ويلن (مقتولن) جا عزيز ۽ دوست مقتولن لاءِ روئندا ۽ غم ڪندا آهن ۽ قاتلن جا مظالم ۽ ڏوهہ ثابت ڪرائڻ جي هر ممڪن ڪوشش وٺي قاتلن کي سزائن ڏيارڻ جي جد و جهد اهڙيءَ ريت ڪندا آهن جيئن عزادار شهداء ڪربلا جي قاتلن جا دردناڪ ۽ دل هلائيندڙ واقعا بيان ڪري عوام کي متوجهہ ڪندا آهن جي قانون فطرت موجب مظلومن سان همدردي ۽

محبت ڪندا آهن ۽ ظالمن تي حقارت ۽ نفرين جا ووٽ پاس ڪندا آهن انجي برعڪس قاتلن جا طرفدار ۽ عزيز، مقتولن جي همدردن ۽ احبابن کي طاقت، فريب ۽ مڪر سان ظلمن جي حقيقتن بيان ڪرڻ کان رڪاوٽون وجهندا ۽ تڪليفون ڏيندا آهن ۽ جڙتو ۽ خود ساخته بهتانن کي مذهبي رنگ ڏئي امن ۾ رخنو وجهائيندا آهن.

## خونن جي ڪيسن هلڻ جو دستور

سيشنس ڪورٽن ۾ ڪيسن هلائڻ جو دستور هي آهي ته ٽي يا چار اسيسر غير واسطيدار ويهاريندا آهن هن لاء ته قاتل ۽ مقتول جي ڪيسن جون حقيقتون ٻڌي پنهنجا رايا ڏين. شنوائي جي ڏينهن قاتلن کي سيشنس جج جي اڳيان حاضر ڪيو ويندو آهي. جج چارج ٻڌائڻ کان بعد کائن ڏوهه جي قبولدار ٿيڻ بابت پڇندو آهي. جي قبولدار ٿيا ته سواء ڪيس هلائڻ جي فتويٰ لکي کين سزا جو حڪم پڙهي ٻڌائيندو آهي پر جي قبولدار نه ٿيا ته سرڪاري وڪيل ڪيس جي حقيقت بيان ڪري ٻڌائيندو آهي تنهن کان بعد فريادي جي فرياد جا شاهد پڇيا آهن. سرڪاري وڪيل ڪيس کي ثابت ڪرڻ لاء مکيه پچا ڪندو آهي ۽ قاتلن جي بچاء جو وڪيل فرياد جي شاهدن کان آڏي پچا ڪري انهن

کي گمراه ڪرڻ يا منجهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. فرياد جا شاهد اظهار ڏئي بس ڪندا آهن ته قاتلن جي بچاء جو وڪيل بچاء جا شاهد پيچائيندو آهي ۽ فرياد جو وڪيل آڏي پڇا ڪري ڪين ڪوڙو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ڪيس ختم ٿيڻ وقت فرياد جو وڪيل ۽ بچاء جو وڪيل بيان ڪندا آهن. تنهن ڪانپوء اسسرن جا رايا لکي فتوى ڏيڻ ۾ ايندي آهي. انهيء دستور موجب شهداء ڪربلا تي قاتلن جيڪي به ظلم ڪيا آهن تنجا داستان علماء ۽ ذاڪر مثل فرياد جي وڪيلن جي مجلسن ۽ جلوسن ۾ بيان ڪري قاتلن جا ڏوه ثابت ڪندا آهن ۽ تقريرون ٻڌندڙ، ظلمن جا داستان ٻڌي ڪي گريه ڪندا آهن ۽ ڪي سينه زني ۽ نوحه خواني ڪندا آهن. انهن جو مثال شهداء ڪربلا جي فرياد جي شاهدن مثل آهي.

انصاف پسند انسان مثل اسيسرن جي آهن جي مجلسن ۽ جلوسن ۾ ظلمن جا داستان ۽ نوحه ٻڌي مظلومن ۽ مقتولن جا همدرد بنجي عزاداري ۽ جلوسن کي حق بجانب، ۽ مجلسن ۽ جلوسن ۾ شرڪت ڪرڻ ثواب سمجهندا آهن تڏهن يزيدي مڪتب خيال جا ملا ۽ مولوي پنهنجي هم عقيده کي عزاداري ۾ ڪثرت سان شامل ٿيندو ڏسي تعصب جي باهه وچان

وعظن، تقريرن ۽ تحريرن ۾ خود ساخته بهتانن کي شرعي ممانعت جو رنگ ڏئي سادي سمجھ جي ماڻھن کي دام تزوير ۾ ڦاسائي انھن ھتان عزادارن کي اذيتون ڏياري امن ۾ رخنو وجھائيندا آھن ۽ چالاڪي ڪري اختياري وارن صاحبن تي صلح ۾ وِگوڙ پوڻ جا اثر وجھي مولوين ۽ ذاڪرن تي زبان بنديءَ جون پابنديون عائد ڪرائيندا آھن محض ھن تعصب ڪان ته جيسين عزاداري ۽ ماتمي جلوس بند نه ٿيندا تيسين سندن ھم عقيده مان ھري ڏادي ماڻھو حسينيت ۾ شامل ٿيندا ويندا ۽ آخر اھڙو به وقت اچي ويندو جو ڪين نه وندا ملندا نڪي آمدني جو ٻيو ذريعو ئي نصيب ٿيندو.

ھاڻي ھر انسان جي مرضيءَ تي ڇڏيل آھي چاھي شھداء ڪربلا جي فرياد جا وڪيل ٿي غم جا داستان پڙھي مسلمانن کي سنئين رستي تي آڻين چاھي يزيد ۽ ٻين قاتلن جا بچاءَ جا وڪيل ۽ شاھد ٿي عزادارن کي اذيتون ڏين ۽ عزاداري تي نڪته چينيون ڪن جئن ملان غلام حيدر ملتاني رسالہ ماتم لکي عزاداريءَ کي غير شرعي ٺھرايو آھي.

غير مذھب وارا مثل اسپسرن جي آھن جي طرفين جون تقريرون ٻڌي گھٽي ياڳي مظلومن جي ساراه ۽

فضائل ۾ گھڻو ڪجھ لکي ويا آهن، لکندا رهن ٿا ۽ لکندا رهندا.

جئن ته ڪربلا جي مظلوم مقتولن جو ڪيس قدرت جي دفترتي داخل آهي ۽ آخرين فيصلہ قيامت ۾ ٿيڻون آهي. تنهنڪري قيامت تائين شهداء ڪربلا جا فرياد جا وڪيل علماءَ ۽ ذاڪرين، مصائب جو ذڪرڪندا رهندا ۽ شهداء ڪربلا جا فرياد جا شاهد ماتمدار ۽ نوحہ خوان، مسلم خواه غير مسلم عوام جي اڳيان آه و زاري دردناڪ دانهون ۽ فرياد جون صدائون بلند ڪندا ايندا جنهنجو نمايان اثر پيدا ٿيو آهي ۽ هميشه پيدا ٿيندو رهندو.

## سوال

صفحہ ٣٥ تي ”تعزيہ ڪنهن ٺاهيو“ جي سرخيءَ سان لکيئو ”تہ پوء آخر هي تعزيہ ڪنهن ٺاهيو؟ هان ٻڌو هي تعزيہ ۽ باقي رسومات عزاداريء محرم ڪيترين صديون واقع ڪربلا کان پوء تيمور لنگ بادشاه قائم ڪيون آهن جيڪو فاسق و فاجر ۽ ظالم بادشاه هو“ وغيره وغيره.

## جواب

جنهنکي ملان غلام حيدر ملتاني نفرت آميز لفظن سان ياد ڪري رهيو آهي تنهن کي سندس جيد عالم

علامه ابن حجر مڪي صواعق محرقه ۾ تعزيه نـاهڻ ۽ ماتم ڪرڻ جي صله ۾ حضرت پيغمبر صلعم جي شفاعت جو مستحق ۽ نبي ڪريم صلعم جي ڪچهريءَ ۾ وهڻ جو لائق نهرائي لکي ويو آهي.

## پڙهو - اڪيون کولي پڙهو

## نزع وقت تيمورلنگ جي سيراندي رسول ڪريم صلعم جو تشريف آڻڻ

تيمورلنگ مرض الموت ۾ تمام گهڻو بي قـرار ٿي پيو ۽ رنگ به بدلجي ويو. پوءِ وري جلدي هوش ۾ آيـو - سندس پٽن ۽ اهلڪارن انکان پڇيو تـه هاڻي توهانجو ضعيف حال هو وري هوش ۾ڪئن اچي ويا؟ هن جواب ڏنـو تـه عـذاب جا فرشتا مون وٽ آيا هئا جنکي ڏسندي منهنجو رنـگ بدلجي ويو. پوءِ چا ٿيو جو فوراً رسول خدا صلعم منهنجي سيراندي ءَ کان تشريف فرما ٿيا ۽ اچي فرشتن کي فرمايو تـه هتي وڃو، آئون هنجي شفاعت لاءِ آيو آهيان جو هو منهنجي اولاد جو حبدار ۽ منهنجي اولاد سان احسان ڪندڙ هو.

(ڏسو صواعق محرقه حضرات اهلتسنن جو معتبر ڪتاب ص ١٤٧)

## تيمور لنگ مرڻ کان بعد پيغمبر صلعم جي ڪچهري ۾

تاريخدان نجم بن فهد ۽ مقريزي روايت ڪئي ته هڪ قرآن جو ياد حافظ جڏهن تيمور لنگ جي قبر وٽان لنگهندو هو ته هيءَ آيت پڙهندو هو جنهن جو ترجمون آهي "اي ملائڪو هنکي پڪڙيو جهنم جو طوق پهرايو پوءِ جهنم ۾ داخل ڪريو.

اهو ساڳيو ياد حافظ چوي ٿو ته آئون سٿو پيو هوس ته مون خواب ۾ رسول خدا صلعم جنکي ڏٺو ته حضور جن آيا آهن ۽ تيمورلنگ سندن پاسي ۾ ويٺو آهي. مون انکي چڙٻون ڏنيون ته دشمن خدا تون هتي ڪيئن آئين؟ مون اچان ارادو ڪيو ته هنکي پڪڙي حضور جن وٽان پري ڪري ڇڏيان ته حضورجن فرمايو اي مولوي هنکي ڇڏي ڏي هي منهنجي اولاد جو حبدار آهي. پوءِ آئون ڏڇي سجاڳ ٿيس انکان پوءِ مون سندن قبرتي اها آيت پڙهڻ ڇڏي ڏني ۽ هنکي خراب چوڻ ترڪ ڪري ڇڏيو.

(صواعق محرقه ص ۱۴۷ سٽ ۵)

### شعر

تعزيه في الاصل نقل - روضهٔ شبير هي

يه نه بت هي نا کسي ذي روح کي تصوير هي

بلکہ اسمین خیر و برکت کي بهري تاثیر ہے
منکر اسکا سمجهو تعصب کي بهري تصویر ہے
تعزیہ داري سے راضي ہے جنابہ فاطمہ
پنجتن کے ہاتهہ پہ ہوتا ہے اسکا خاتم

---

بت اسے کهتے ہین جسکي شکل ہو ذیجان کي
شیر کي ہاتهي کي طائر کي یا کس انسان کي
تعزیہ یہ شکل ہے کسکي کهو ایمان کي
مولوي بنکر کے باتین مت کرو ہذیان کي
تعزیہ بیشک ثبوت۔ قتل معصومان ہے
منع کرنے والا جانو دشمن۔ انسان ہے

---

رونا غم۔ شبیر مین اے دوستو بدعت نہین
مردہ پہ کیا آہ و بکا انسان کي فطرت نہین
یہ ماتم۔ شبیر کیا ہے ماتم۔ اسلام ہے
منع کرنے والے کو سمجهو اسے الفت نہین
اپنے چچا حمزہ پہ کیا روئے نہ تهے ختم الرسل
یوسف کے غم مین باپ کے نوحہ کي کیا شهرت نہین
جس کا کوئي مرجائیگا کیونکر نہ روئیگا بهلا
شرع۔ نبي مین گریۂ اموات کي حرمت نہین

روئين نہ تهين كيا فاطمه غم مين پدر كي رات دن
مرگ - نبي مين گريہ كيا ازواج كي سنت نهين
ہر سال محمل مصر سے آتي ہے بيت الله مين
وه بهي آخر نقل ہے وه نقل كيون بدعت نهين

# رافضي

از :- نتيجئہ فكر سيد اظهر گيلاني مدير ذوالفقار گهوٽكي

حب - حيدر ۾ ٿا كوٺن ماڻهو اظهر رافضي
روز - اول كـــان كيو آهي مقدر رافضي
حيدر - كرار كي دختر سڏي مرسل ڏني،
ٿيو انهيءَ رشتي مان ثابت آ پيمبر رافضي
آهہ "لحمك لحمي روحك روحي" فرمايو نبي
اي اكين وارا ڏسو خـــود آهہ سرور رافضي
ٿي رهيا حيدر جي هٿي نقش - قدم تي گامزن
تـــو عمل ثـــابت كري شبير و شبر رافضي
پيروي حضرت علي جي فخر سان كئي هر امام
ہي كان يارهن تائين ها سي پاك و اطهر رافضي
بيعت - فاجر كي ٺكرائي، امـــام - وقت سان
جـــي كٺا هـــا كربلا ۾ سي بهتر رافضي
هر پيمبر جي مدد كئي وقت تي شير - خدا

گويا پنهنجي وقت ني هـو هر پيمبر رافضي
چهرهٔ حيدر کان ٻاهر ڪٿ نظر هوندي هين
هـا صحابي ٻيئي سلمان و ابـوذر رافضي
صدق دل سان ٿي ڪيائين خدمت - حضرت علي
خدمت و قربت جـي باعث آهه قنبر رافضي
فخر سان ان ايليا جي در جو سڏرايو ڪتو
ثـابتي ويـئـي ملي آهـي قلندر رافضي
قاتـل - ڪفار ڏاڏو، بانـيء دين نـانـو آ
تيا انهيء نسبت سان منهنجا پيءُ مادر رافضي
وصف - حيدر ۾ لکيو ڪنهن نثر آ، ڪنهن نظم آ
هـر اديب آ رافضي ۽ هـر سخنور رافضي
جت علي المرتضيٰ خطبا پـڙهيا، سجده ڏنـا،
تن مساجد جـا ٿـيـا محراب و ممبر رافضي
دست - حيدر ۾ "لواء الحمد" هوندو روز - حشر
ان جـي ڇانوَ ۾ جـو آيو سڏبو اڪثر رافضي
هوندي جهنڊي ۽ علي ۾ خلق ساري جي نظر
ٿيندو اهڙي ريت سان ميدان - محشر رافضي
اي مخالف ڀڏ شب - معراج جـو راز - نهان
پرده ڪان ٻاهر نبي هـو، پرده اندر رافضي
آل - عمران آئـي ڇـو سورت ڪلام الله ۾

بي ريا آهي سخن "الله اکبر رافضي"
شان - مرسل، شان - حق جي گوهر - ڪعبہ ڪي سڏ
حق و مرسل جي محبت ۾ هو حيدر رافضي
رافضي ۽ پنجتن ۾ پنج پنج آهن اکر
ٿي ويا پنجن جي صدقي جڳ ۾ برتر رافضي
خواب - غفلت مان اڄان انسانيت بيدار ٿي
فخر مان هر قوم چوندي آهيون "اظهر" رافضي



## زمين ۽ آسمان جو روئڻ از قرآن مجيد

جڏهن فرعون ۽ انجو لشڪر غرق ٿي ويو هو تہ ارشاد باريتعاليٰ ٿيو "فما بڪت عليهم السماء والارض وما ڪانو منظرين" (نہ انهن تي آسمان رنو نڪي زمين رني نہ وري الله جي طرف کان ئي انهن کي مهلت ڏني وئي) ان آيت ۽ معنيٰ جي مفهوم تي غور ڪبو تہ معلوم ٿي ويندو تہ زمين ۽ آسمان بہ ڪن جي موت تي روئن ٿا تڏهن الله تعاليٰ عزوجل قرآن ۾ ٻڌايو تہ فرعون جي لشڪر تي آسمان ۽ زمين نہ رنا جو اهي حد درجي جا ظالم، ڪافر ۽ مشرڪ هوا. ان مان پڌرو آهي تہ حد درجي جي بدڪارن ۽ ظالمن تي آسمان ۽ زمين نہ رنا تہ ضرور انهن تي رنا جي حد

درجي جا نيڪو ڪار يعني انبياءَ، اوصياءِ، شهداء راهِ خدا ۽ اوليا الله آهن.

جي اعتراض ڪندڙ چون ته آسمان ۽ زمين ڪيئن رئندا ته سمجهڻ گهرجي ته آسمان ۽ زمين جي مخلوقات رني- اڄوڪي سائنس جي دؤر ۾ سڀ ڪنهن کي خبر آهي ته چنڊ تائين پهچڻ جون ڪوجنائون ٿي رهيون آهن ۽ چنڊ ۽ ستارن ۾ به اسانجي دنيا وانگر خدا جي مخلوق رهي ٿي جنهن جي ثابتي حضرت عيسيٰ جي چوٿين آسمان تي رهڻ مان به ملي ٿي. پيغمبر صلعم ۽ سندن اوصيا قرآن جي حڪم موجب عالمين جي رحمت آهن ۽ عالمين ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ جيڪي به آهي سو سڀ اچي وڃي ٿو تڏهن انهن جي مفارقت ۽ مظلوميت تي جيئن هن دنيا جي مخلوق روئي ٿي تيئن زمين ۽ آسمان جي مخلوق به روئي ٿي تڏهن الله تعاليٰ قرآن ۾ مٿين آيت نازل فرمائي.

ڀٽائي صاحب عليه الرحمه به آيه وا في هذايه جي تائيد ۾ فرمايو آهي

حسن مير حسين کي رنو ٿن تولن
گهر ماڻهن جهنگ مرن اين ۾ ملڪن
پکين پاڻ پتوڙيو ته لڏيو هوت وڃن
الله شهزادن صوپون ڏين سچا ڏٿي

هن رسالہ ۾ ثابت ڪيو ويو آهي تہ زمين رني، آسمان رنو، حضرت نوح عليہ السلام ايترو رنو جو نالو ئي نوح يعني نوحہ ڪندڙ پئجي ويو، حضرت يعقوب عليہ السلام نوحہ ڪري رنو، حضرت رسول خدا صلعم ۽ انصار حضرت حمزہ عليہ الرحمہ تي رنا ۽ نوحا ڪيا، امهات المومنين پيغمبر صلعم جي وفات حسرت آيات تي منهن تي هٿ هٽي رنو، جناب خاتون قيامت سلام الله عليها حضرت جعفر طيار عليہ الرحمه جي شهادت جي خبر ٻڌي گريہ ڪيو وغيره.

ايترين ثابتين کان بعد گريہ ۽ ماتم کي ناجائز ٺهرائڻ جي ڪوشش ڪري عوام کي گمراہ ڪرڻ شهداء ڪربلا جي قاتلن سان همدردي ۽ مقتولن سان بيدرديءَ جي ناڪام ڪوشش آهي جنهنجو اثر نہ ٿيو آهي نڪي ٿيندو.
چراغ را کہ ايزد برفروزد - کسے کہ او پف کند ريشش بسوزد

روئڻ ۽ گريہ ڪرڻ بي صبري نہ آهي پر جهاد مان ڀڄي جان بچائڻ بي صبري آهي.

جن مجتهدين ڪرام جي حوالن جا اقتباس لکيا اٿس تن ۾ ڏوکو ڪاڏو اٿس ڇو تہ انهن ساري عمر مصائب جو ذڪر ڪري سامعين کي روئاريو، خود گريو ڪيو، ۽ ماتم ۾ شريڪ ٿيا سي ماتم جي خلاف ڪيئن

فتوائون ڏيندا. مجتهدين عظام جي عبارتن کي سمجهڻ لاءِ علم گهرجي. مسجدن جا ملان جنجو توجهه رڳو وندن جي مانين ۾ آهي سي علمي عبارتون ڪيئن سمجهي سگهندا؟

صحيح ۽ ضعيف احاديث جي پرکڻ لاءِ حضرات اهلتسنن وٽ ڪتاب ميزان الاعتدال آهي جنهن جي آڌار تي صحيح بخاري جنهنکي ڪلام الاهيءَ کان بعد پهريون صحيح ڪتاب تسليم ڪيو اٿن تنهن مان ٻه سوين حديثون ناقابل قبول ٺهرايون اٿن، ساڳيءَ ريت اهلتشيع جي نزديڪ "مرات العقول" پرکڻ جو ڪتاب آهي جنهن جي آڌار تي صحيح ۽ ضعيف جي پرکا ڪئي ويندي آهي. هن ضعيف حوالا ڏئي دوکيبازيءَ کان ڪم ورتو آهي.

مٿس واجب هو ته پنهنجن مذهبي ڪتابن جي حوالن ۽ عبارتن کي ڇمين اکين تي رکي عزاداري ڪري ها ۽ پنهنجن پوئلڳن کي عزاداريءَ جي ترغيب ڏئي پوءِ عزادارن کي عزاداري ڪرڻ کان منع ڪري لکي ها ته عزاداري ڪرڻ صرف ملان غلام حيدر ملتانيءَ جي مذهب موجب جائز آهي. شيعه عزاداري ڇوٿا ڪن ته البته حق بجانب سمجهو وڃيها، پنهنجن ڪتابن جي معتبر

سندن ۽ عبارتن کي پاڻ کوڙ مڃي ۽ ضعيف حوالا ۽ عبارتون لکي شيعن تي نکتہ چيني ڪرڻ ڪهڙي عقلمندي چئبي؟

آن خويشتن گم است ڪرا رهبري ڪند

# جنات - جو ماتم

مومنان ڪي ڏئي ٻڌو هي آهي طرفہ ماجرا
جنهن ۾ ناهي ڪذب ۽ بهتان نہ ڪا افترا
آهي منهنجي خود بزرگن جي چيل هي سرگذشت
منهنجي والد جي ڪيل منهنجي ٻڌل هي مامضا
پيءُ ۽ چاچو منهنجو ٻئي گڏجي جبل جي ويا شڪار
اتفاقاً هڪ لڳان نزديڪ هو ماهہ عزا
يعني آخر سال ذي الحج ستاويهين جي صبح
پائرن گڏجي چڙهي هڪ ٻئي کي هن پر مدعا
۽ چياءِ اج تا ڏوپهرن تائين جيڪي ٿئي شڪار
سو ڪري موٽي پوءِ ورنداسون ڏوپهري ڏي سگها
آهي انگاسن جي لاهڻ لئي ستاويهين تعين
مومنن کي ان ۾ لهو و لعب ڪيئن آهي روا
پر ڏوپهري ڪٿون اڳي موٽي ڏوپهري تي اچي
چائون موٽڻ جو سبب ڪهڙو سو گهرجي برملا